## ڪافي

### ١٢٨

تون ربّ ڏاڍو بي پرواه،

آءٌ تا ٻچان تنهنجي ٻاءِ.

ذڪريا ڪرت وڄهايئي، سِسِي ساه منجها.

هو مڪي جو ڪوڏيو تنهنکي ڏنئي ڪين ڪهڪاءُ.

حسن ۽ حسين مارايئي، ڏنئي جيءَ جفا.

ڪربل منجهه قتل ڪرايئي ترس نه پيڙئي ڪا.

ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وڻئي سا واه.

”سچوءَ“ تيز تي سڀ هنئين، جيڪا رَبَّ رضا.

## ڪافي

۱۲۹

ڪرن مڙيئي قتل عام،
پاڻ ڪريان جي پڙرو.
جدا جماعت کان آهين پاڻ امام.
دم نہ اڳيون دين ٿيو، ڪفر نڪو اسلام.
فارغ هئڻ فرض کؤن، سُنتَ کي بہ سلام.
”سچوءَ“ آيو سچ ۾، ناهي حلال حرام.

## ڪافي

### ١٣٠

ويندي تا وٽڪار،
جيڏيون هي لڳے هوت بلوچ جي.
ڪيئن وِهان هتهين، آهي منهنجو ڪم ڪوهيار.
**ساه منهنجو سرتيون، آهي پرين جي پار.
هِيءَ دل ديواني ڪري، هو تيا پاڻ قرار.
جات جَتن جي جيڏيُون، جِيءَ وڏو آهي جار.
”سچو“ نہ وسار ساه کون، دوستَن جي دربار.

## ڪافي

### ١٣١

عين اَتَوَ اِنسانُ، ڀول مَتان ڀُلي ڪائي!
دَلقُ درويشي، پهري آيو، صورت هن سلطان.
آهي جَڳَ ۾، سُٺو ڙِي جيڏيون، صاحب جو سيلان.
ڏِسي تَماشو يارَ سچَڻ جو، هَر همَه حيران.
واه عجائب جيهو ڪيائِين، "سچو" ري سامان.

## ڪافي

### ١٣٢

ٻاروچي لَؤن لائِي، ميان، ڪوهياري لَؤن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍِي سور سلائي.

سَرتيون مون سان سورَ ۾، پينَر ڪانهي پائِي.

هِيرَ وٺي سا هانوَ کي، ڏَنهن عجيبن آئي.

سِرُ ڏيڻ سيٽَن کي، ”سَچُو“ آهي سَچائِي.

## ڪافي

١٣٣

صحيح سُڃاڻج ساري، خود آهين وي خُدائي!
لڪين سِتارا گم ٿيا، روزَ ڪَئِي روشنائِي.
ڪوڙين قطرا ڪارونيارَ، ڪِي سَموندَ سمائِي.
سُڌِ تِنهين سِرَ انهيءَ جِي، متي جنهن جي آئِي.
تخت هَزارو اوري رهيو، پَري رهي بُلي شاهي.
”سَچُو“ سَچي ڳالهِڙي، پاڻَ پِريَن پُرجهائي.

## ڪافي

۱۳۴

وَس ڪا آهي ويچاري! ـ هُئَڙ هن جو هوتَ، ناهي!
اُتَن اُوتارن تَوْن، سائين الا، صَدقي آءٌ سَو واري.
چايم ڏاڍي چاه مان، سائين الا، بِرهُ بلوچي باري.
هيڏي هوڏي جان ڏسان، سائين الا، اَندر ٻاهر آري.
ٻانهون ٻانهِن جان ٻڌي، سائين الا، زار ڪريان تي زاري.
”سچو“ سهي جي ڪرين، سائين الا، حَق حقيقت ساري.

## ڪافي

### ١٣٥

تون آءُ اسان وٽ يار، تنهنجي اَچَڻَ ڪاڻ ـ
جيئڙو جُکي ٿو، ساهڙو سِڪي ٿو!
بَس نہ وَهڻ ڪَؤن ڪَرن، هي نيڻن سَندا نارَ.
ماڻ ڪندي ئِي چاڙهيا، برہ اسان تي بار.
پرين پاڙج پانهنجا، جي ڪيَئي قولَ قرار.
چُمِي چَشمن تي ڪَنيم، تنهنجو عشق اَلہ توهار.
باہ جيهو آءُ پائيان، جو دمُ توهَئون ڏار.
راتو ڏينهان تانهنجي آهي، ”سَچُوءَ“ سار سنيار.

## ڪافي

### ١٣٦

دردمندن جي دل جو، ميان، شوقِي وو يارُ شڪاري!
يار سُهڻي جون ڏسو ڏهاڙي، ڪَن تيون خون خماري.
سوز وارن کي سيني اندر، ماري قيبر ڪاري.
چشمان چوٽَڪ ڏاڍو لائن، ڪجليان هَن قهاري.
ٻانهون سي ٻڌيم اڳيون انهن جي، زاري سَوَ زاري.
دل اسان جي وو لٽي نِيَن تيون، ٻَئِي چشمان چاري.
پاٽان جاٽي ظاهِر ڪيائين، هوءِ هوءِ حُسن هزاري.
جِيءُ "سچوءَ" جو جار وڌائون، ڏيئي پاڻ ڏيکاري.

## ڪافي

### ١٣٧

سِگها اِيندا، سِگها ايندا، پانڌي پِرين جي ڪِي تا!

سڪائِيءَ سان سرتيون الا، ڏکَ يائِي اَچِي ٿيندا، يِلِي اِيندا.

دردمنديءَ جي دل کي، ميان، دوستُ دلاسا ڏيندا، يِلي اِيندا.

ڪين ڇَڏيندا ڇَپَرين، ميان، نال نماڻِي نِيندا، يِلي اِيندا.

پَکا پکن سا مُهان، ميان، آڻي پاڻَ اڏيندا، يِلي اِيندا.

سو ڏينهن ٿيندو ڪهڙو، جو "سچو" نانءُ سَڏيندا، يِلي اِيندا.

## ڪافي

### ١٣٨

تنھنجي محبت موھيو،

رَمزن ريھيو ريھيو، ھِي تا ساھُ

آٽئِي الله!

طرفے تنھنجي راتو ڏينھان،

چِتِ ھَٽيرو چاھُ

آٽئِي الله!

آھي اسان سان سُپرين،

حبَ سندَوَ ھَمراھُ

آٽئِي الله!

پيو پناري تانھنجي ميان، ھي ڏوھاري ڏاھُ

آٽئِي الله!

واڪا ڪَيون ٿو وھي،

دل اندر درياھُ

آٽئِي الله!

ڪشي ڪَري ڪپڙا،

”سچو“ مَليندا پاھَ

آٽئِي الله!

## ڪافي

### ١٣٩

هوتَ ڪڏهن نہ هلايُوَ، پانڌي پنهنجي پارَ ڏنهن اسان ڏي!

طرفے توهان جي مُڪوسين قاصد، سو پيو وَهندو ڪين ورايُوَ!

نياپو منهنجي نيهن جو، جيڪَر ساٿِيءَ نہ سٽايُوَ.

هو جو ڪَيو هووَ وعدو، سو تا ياد نہ آيُوَ.

”هر دم هونداسين اَسين توئي سان“، فائق هِيئن فرمايُوَ.

تنهن ڏينهن لاڪُون يارَ ”سچوءَ“ کي، باري برهُ بچايُوَ.

## ڪافي

### ١۴٠

ڪالهہ قاصدَ اوڏانهون آيا، اِها ڪَيئُون آگاهي!

’پار پنيور جي هئا اچڻ جا، ساڻَ ڏٺيءَ ڪي سعيا۔‘

چڱِي ڏنائون گواهِي.

منهن محبوبن جو ڏيو اسان ڏي، پيا سي پَند سَجايا۔

ڪيها رهبر ڪريان راهي!

يارَ مُسافر ڪِيُم اُداسي، ڏور جنين ڏينهن لايا۔

آڻي تون ميڙ الاهي!

پاندُ ڳچيءَ پائي اڳيون پِرين جي، اسان ڏوهَ سيئِي بخشايا۔

تيا سي پاڻَ صلاحي.

”سچو“ اُتاهون اَچِي رَهِي هِت، ويڙها سي يار وَسايا۔

غَم لَٿي گُمراهِي.

## ڪافي

۱۴۱

هاري سو پاتُئِي هار، تا آءٌ چام چنيسر آوڙان!
جنهن دوستَ ڪسايو دَم ۾، سَٽِ اُهو سينگار.
هَتَئون پَئِي تنهنجي آهي، روئين چو زارو زار.
داٹو هُيَرِو درد جو، جنهن ڪيو بهشتَؤن بيزار.
ڏوهُ تہ تنهنجو ڪونہ هو، پرَ نِينهن ڪيو نروار.
پَلنگئون پئينءَ پَٽِ تي، ڪَري گوندَرَ گفتار.
”سچو“ سهي جي ڪَرين، هِيءُ هو عشقَ جو اسرار.

## ڪافي

١٤٢

هارَ چنيسر چام، ليلان ڪسايو ڏَستَؤن پنهنجي.
ڏاڍگو مَٽيون هو ڪَسوتِي، جو دل جو تِي پيو دام.
نَظَر وڌِي تا غيرَ تي، تيلهان تون ٿِئين تمام.
پُلِي پولِي ۾ پئينءَ، هار پانيُئِي آرام.
تنهن ڏينهن آندئي پاڻَ سان، سورن جو سر انجام.
”سچو“ رَه صَبر ۾، عِشقُ ٿِيئي انعام.

## ڪافي

### ١٤٣

ڪِيئن چَوين تو، ڪِيئن چَوين تو!
لوڪ ناهي ٻيو؛ ڪِيئن چوين تو؟
لوڪُ سَيوئِي اُهو آهي، ڪيئن ٻيائِيءَ منجهه پَوين تو؟
اَڄاڻ بنائي پاڻ ٻيهاريُئي، غمزي انهيءَ ۾ چو نہ گوين تو؟
ساڻ سچي تا ”سچو“ گذارين، راند روئڻ جِي ڪيهِي رَوين تو؟

## ڪافي

١٤٤

ڀُل وڃي ٿو، لوڪ ساروئِي ڀُل وڃي ٿو!
”مان“، ”تون“ ويندي، اُهوئِي ٿيندو، ڀولُ اهوئِي جيڪو ڀَڃي ٿو.
اهو اُهوئِي سَرتيون آهي، نہ تا اها ڪوئِي ڳالهہِ مَڃي ٿو.
اندر ٻاهر اهوئِي آهي، ”سچو“ هِي سِرُ صحيح سڃي ٿو.

## ڪافي

### ١۴٥

سُهڻو سگّ تيو، ڪاڪيو ڙِي، ڪيچ ڏٺين سان، شالَ مولو ميڙيندو!
اڱئين ڪَؤن پيي اڳرو، پائن تان وره ويو!
آريءَ جي اولاد سان، ڏاڍو پيچ پيو.
بيڪَسِيءَ جي دائري، تنهن کي نِيهَن نيو!
صدقي تَن سيرن تَؤن، ”سَچوءَ“ ساه ڪيو.

## ڪافي

١٤٦

شال مون سان وريون وريون،
ڪانگ ڪَرين مِٺيون ڳالهِيون!
جدائِيءَ جون جان جسم تي، ڪيون پورن پَريون پَريون.
دردَ سَڄَڻ جي دل منهنجيءَ کي، زور ڪيون ذريُون ذريُون.
ڏکن واريون ڳالهيون، اسان پيي دل پائي ڏريون ڏريون.
وايون وصل جون يار، ”سچو“ تون، متان ڪرين ڍريون ڍريون.

## ڪافي

### ١٤٧

مون کي متان تون ڇڏين،

سونها ڙي سَچڻ جا!

مَ چاڻان ڏينهن اُهو تا، تيندو اَلاجي ڪَڏهين.

نانءَ مولٰي جي محبوبن سان، نئِي غلام کي گَڏين.

حاضر تِئين حضور ۾، نانءُ ”سَچوُ“ ڪري سَڏين.

## ڪافي

۱۴۸

اهو آهي آهي، يار ساڳيو ساڳيو!
اوهين چاٽو ساڻ يقيني، ٻيو سو ناهي ناهي.
ميخاني وچ مست هميشہ، ڪيئن سو ڪعبي ڪاهي ڪاهي.
لوڪ سارو تي هِت جو آيو، سَڀِ حجابان لاهي لاهي.
ظاهر باطن آهي اهوئي، جان جٿو وري چاهي چاهي.
نانءُ ”سچوءَ“ جو آيو صفت ۾، ذاتءُ ڪيو ڪيهو ڏاهي ڏاهي.

## ڪافي

### ١٤٩

هيءَ پورهيت پاڻِيءَ ڍوئِي، خان ٻاروچا تنهنجي!
حاضر خدمت اچي اوهان جي، حال چوندي سِ روئِي.
ساتي اسان جي سُڌ لهڻَ سان، سوال پورو ڪَر سوئي.
ڪيئن وساري ويهان اوهان کي، ڪئِي تا هھڙي توئي.
طوطيءَ جي ٻچيءَ سو سلامن، ”سچوءَ“ مُڪا پڻ پوئي.

## ڪافي

۱۵۰

واتِ مون کي آهي وائِي، خان ٻاروچا تنهنجي!
پرين نہ مُکَهَوَ طرفے اسان جي، لِکي ڪتابَتَ ڪائي.
ڀيرو ڪندين وري ڀنڀور ڏي، اِها اَدَرَ مون آئي.
حالَ منهنجي جي خَبَر نہ ڪنهن کي، چڱّي سَڄڻَ تولائي.
اهو آسرو مون کي آهي، ٿيندين اَچِي ڏکَ ڀائي.
اڄ صبح تا اگڙ "سچوءَ" جي، جانِي اِيندين شالَ جائِي.

## ڪافي

۱۵۱

سُڻ منهنجڙو حال،
دلبر ديس وسَئي، گهوريو ڙي پَرڏيهه تو تؤن!
مون ڪؤن پَري نـ ڌئين، سائين مَڃ سُوال.
منهنجو توسان تا آهي ئي، خاصو يارَ خيال.
روئان واتڙين تي، ڪِريو هڙو حال.
واڳان وطن پانهنجي، ڦيري آءُ فِي الحال.
تو ڪؤن ڳجهو ناه ڪو، عاشقَ جو احول.
ڪَر ”سچو“ کي سپرين، ڪٽي نيڻ نهال.

## ڪافي

### ١٥٢

قاصدَ وري ويندين،

ديس ٻاروچل جي، ميان!

خَبرَ خوشيءَ جي وٺي اُتاھُون، سِگھو اسان ڏي ڪِي ايندين.

دردمنديءَ جي دِل کي، ھاڻي ڏاھا دلاسو ڏيندين.

سپيرين جي ڳالھِ ڳُجھيءَ جو، وجي سو واقفے ٿيندين.

سوزَ فراقَ جي، يار ”سچوءَ“ جو، تون ھيِ نياپو نيندين.

## ڪافي

### ١٥٣

آئين قاصدَ ڪالهہ،
پرينءَ جي پار ڏنهن، آندئِي جي سَنِهيا سَل اُهي ئي!
هاريا هِنَ جي حالَ جِي، ڪا هُئِي هُتے قِيل مَقالَ؟
پاڇِيءَ ڪي پَرديسَ ۾، سِڪندي ٽِيڙا سال.
پرِيَن ڪِي مون پُڇِيو، ڪا خَبَرَ ڏي خوشحالَ!
ڪِي ڪَڍندا هجر فراق ڪي، ڪِي ورندا واوَ وصالَ!
"سچوءَ" سندي ساهَ جِي، ڪا هئي هُتے ڪين سنيالَ!

## ڪافي

### ١٥٤

عاشقَ ڪر آرام،
پِرينءَ گهٽو پُڇيو تُنهنجو، خوشيءَ م رَهُ، ري!
طرف تنهنجي آهِ، اَچڻَ جو، اسان جو انجام.
رَهبَر عاشِقَ کي وَڃِي، سَوَ لَک ڏيج سَلامُ.
اڳنان آهي تانهنجو، سُرهائِي سَر انجام.
جيڪي چَيُوَ، تانهنجو آهي، ڪُلِي قبول ڪَلام.
”سچو“ تنهنجي ساه کي، آهِ محبت بخش مدام.

## ڪافي

### ١٥٥

يار منهنجي ڪي ڪريو، مِنَت وڃِي ڪائي!
پَرڏيهه وڃ نہ مون پرين، يارَ تو سان مون تا لائِي.
اَندر منهنجو اَڌ ٿيو، ڪري وڃڻ جِي ٿو وائِي!
ڏسو اوهين ٿيون، دل ڏاڍي سان، اديون آ مون اتڪائِي.
چڱا مِڙيائي ميان اِئين چون ٿا، ’لائِي تہ توڙ نيائِي‘.
هِجَر منجهاروُن ٿيندي وصالت، اِها ڳالهہ ”سچُوءَ“ آزمائي.

# ڪافي

## ١٥٦

هاڻي مون کي پِريَن پوءِ،
جيڏيون جِيَڻُ جنجال ٿيو!
ويٺِي واٽڙين تي، هيءَ راتو ڏينهان روءِ.
ويهڻُ هن جو وهه ٿيو، هو لَڏي ويڙا لوءِ.
دردمندي دانهون ڪري، آهي هوتَن ريءَ هوءِ هوءِ.
ڪاڪيون مُون ڏي ڪيچ کَؤن، شال قاصد اچي ڪوءِ.
”سچوءَ“ ڪندي سال ٿيا، وَريتِيون ووءِ ووءِ.

## ڪافي

١٥٧

يار ساٿيو ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان، پلوڙي ميان،
دوستَن جي ڳَالَ مون کي ڪا ڏيجو!
هِيءَ نماڻِي در وڪاڻِي، نالِ نباهي نيجو.
ڪِيم وساريو، مٺِي نـ ماريو، چوري تا نـ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن اِيندا، لوءِ ئَون تا نـ لڏيجو.
جنهين ويلي هلو اِتاهون، ”سَچوُ“ نانءُ سَڏيجو.

## ڪافي

### ١٥٨

ساجن اِنهيءَ سير، اِيندئِي ڙي اَجا!
سي ئِي پَهتِيون پرينءَ سان، جي گهڙيون انهيءَ گهير.
سپيريان جي سيرَ ۾، هيجَوُن هِينئڙو هير.
بَڏي نچج نيهَن جي، چاتِيءَ چاتيءَ چيرَ.
”سچو“ سائين جي پُڇين، قَندَ سَيئي قيرَ.

## ڪافي

### ١٥٩

”توکي عاشق پنھنجو ڄاڻان، تو کي سَونِ ۾ سُڃاڻان!
”اسين تا توسان آھيون سدائين، وجھج ڪِين وڃاڻا.
”اُھي تا آھن نظر اسان کي، اَچِي جي در وڪاڻا “
دستَؤن ڪري ڏِنو ھِي مان کي، يارَ دارونءَ جا داڻا.
سَھِج ”سَچُو“ تون ساڻ يقيني، محبوبن جا ماڻا.

## ڪافي

### ١٦٠

هوتَ اسانجڙو حال، تون پاڻهَين تو ڄاڻين!
اوهان پاڄهون وو سپرين،
ميان اَلا، ساعت پايان سال
وري اڇج آرياڻي.
راتو ڏينهان روح ڪي، ميان الا،
سندُو خواب خيال
هيءَ اَتَوَ نِماڻي.
معلوم تو کي مون پِرين،
ميان الا، عاجز جو احوال
تون سانول سُڃاڻِي.
ڇڏين ويندين وو ڇپَرين،
ميان الا، تو لڳي ڪيم ڪشال
تون هيئن ڪِيئن هوتياڻِي!
سوز اوهان جي وو سُپرين،
ميان الا، بِره ڪئِي بيحال
تہ پِي عذر نہ آڻي.
لاه فراق وو فقير ڪَؤن،
ميان الا، ”سچو“ مچ سوال
هيءَ هادي لئي هاڻِي.

## ڪافي

### ١٦١

منهنجي اڱڻ اَچ آءُ،

پرديسيڙا ڙي يارَ!

والي شالَ وصال جو، ڪو وري لڳي واءُ.

اچي هَڏ نہ هِتهين، سانوَلَ تو ريءَ ساءُ.

ميان مشتاقن جو، اَچي صاحب لهہ سَماءُ.

دانهون ڪري دردَ ۾، جا ڦٽي فراقاءُ.

ٽيون مَدايون ڪيتريون، سائين ”سچُوءَ“ ڪانءُ.

## ڪافي

١٦٢

اوڏاهون قاصد جي آيا، تَن هُلائي هيءَ وائِي:

هاڻي هوتياڻن جي، هُئِي تو ڏي تياري،

واتان پُڇي تانهنجون، تو اَصل ڪان آري،

ڌاري، سنديَوَ حال جِي هت معلوم سَيائِي.

اهو رکج آسرو، جو اَج تو ڏي اِيندا،

ڏيئي ٻانهون ڳل تو وري، پرين پَرچائيندا،

هيڪَند تيندينءَ هوتَ سان، تون جاڳندي جائي.

مارئِي ماندِي نه ٿيءُ، چو گوندر گذارين،

واتان اَچَڻ ان جون، ٿِي نِت نِتِ نهارين،

جهڙي تون هِتَ آهين، آهين هُتَ پِي اُهائي.

ويو وڇوڙيو وچ مَؤن، تون گڏيئن سائينءَ ساڻ،

توسان آهن سُپرين، پَري ياءِ نه پاڻ،

”سچو“ تِيندين سيگهڙي، اها وائِي سوائي!

## ڪافي

### ١٦٣

ڪيچي ڏنم اَڄ اِتي،
اوهين تا چا ٿا ڀانيو!
سال لنگهي ويا ڪيترا، ڪاڪيون ريءَ ڪتي.
اڄ تا ويندِيَس ڪاڏي ڪينڪي، هوُسو، تا منهنجو هتي.
منزل محبن جي جتي هوندي، ميان، هونديون سَرهايون تتي.
موڳائيءَ جي مونجھ ۾، سائين الا، ڪانڌ ڏِسي گَپَ ۾ گتي.
سودو سيٽڻ سان حال ٿيندو، ميان ”سچو“ تا سِرَ ڏتي.

## ڪافي

### ١٦٤

اڄ اوڏاهين سي آيون، مون ڏي خبران خير جون!
پيو تا تو سان دوستَي وي، ڪون برابَر پايون.
لِڪي مَؤن معلوم ٿيو، هاڻي پير ايڏاهِين ٿا پايون.
سَنيري تو ڪي ميان ڏيهہ سنديءَ، لڪ ٿورا ٿا لايون.
سورن واريون سيئي ساعتون، تو تان لڪَ لنگهايون.
توکي ٿينديون هاڻي حاصل، ”سچو“ ري سَرهايون.

## ڪافي

### ١٦٥

منهنجِي حجت تو سان ناهہ، توکي مولو ميڙي يار!

مون هِن نماڻِيءَ کي، آسَر سَندُوَ آهِہ.

اندر ٻاهِر تا تنهنجِي، جانبَ آهي جاءِ.

ڏونگَر ڏورڻ آئيا، ساڃڻ تنهنجي ساءِ.

”سچو“ آهي سِڪَ ۾، لالڻ تنهنجي لاءِ.

## ڪافي

١٦٦

پُڇن ڪوه طبيبَ، او، سوزَ واريون سَرتيون، پلو الَو!

پيدا ٿيندا پاڙهين، ڪول آيَس قَريبَ.

ڏِيَن ڏيکاري ڏِيلَئون، اچانڪ عجيبَ.

”سچو“ وَسَن سي سدا، هِنَڙي منجھ حَبيبَ!

## ڪافي

### ١٦٧

الا باري بِره ڀولڻ جي، دل ديواني منهنجي ڪيئي!

اوري اَتَڪَ نہ رهِي، خاص پِرين پڪِيئي.

پياريائون پُر ڪَري، ٻي سيڻ وائِي ويئِي.

راتيان ڏانهان روحَ ۾، ”تيَا تيَا“ آهي ٿيئي.

اکيون دل ”سَچُوءَ“ جيون، پاڻ سکيون ڪِيَئون ٻيئي.

## ڪافي

### ١٦٨

يارَلايو رنگ، ڏس تون،

جي هُيَئين ڪنهن حالَ ۾!
محڪم رهين احوالَ ۾،

قائيل نہ ٿي تون قالَ ۾.
خيالَ ٻاجهون خاص تنهنجي،

هُئي جِيَڙ جَنجالَ ۾.
جي هُئين ڪو دَم اِتي،

تا هُج تون خاص خيالَ ۾.
اَصل ۾ يڪتا ٿِئين،

عاشِقَ چَئون اَمثالَ ۾.
محبت مگر مرشد سندي،

آٽين اِنهي اَحوالَ ۾.

## ڪافي

### ١٦٩

دمَ دمَ جا ديدار، وو، اَپر اسان جي نارَ تي!

ٻَگا ڏاندَ ٻَڌائون ٻيئي، تَن جِي ڳالھ ڪريان آءَ ڪيھِي،

وھَن ڏارو ڏارَ، ڳاڏِيءَ جي ڳتڪارَ تي.

ياروني ھِڪڙي چِڪريون ٻيئِي، آرا انھن جا آھن اھي ئي،

وھن بارو بارَ، وو، لَڏَ واريءَ للڪار تي.

ڦرھيون ونگڙون آھن اوياريون، اِرڙيون سونھن مالھ موچاريون،

جھَلڻ جا جھلڪار، وو، لوڙِن واريءَ ڏڏڪار تي.

ڍيڍي چونڪ جوئر جا نِسري، ڳنا تنھن جا ماکِي مصري،

ڪِيرن جا بہ خمار، وو، آھن پيھي واريءَ پونجار تي.

ڪانگَن ڪانگيرو، وھين واھيرو، ڪَبرن، ڳيرن ڪيو اچي گھيرو،

ڳوڙھن جا وسڪارَ، وو، جھِرڪين جي جنسار تي.

آيو نيسَر پاڙچ ۾ پاٽِي، مرشد اچي ٽيڙ مَ ساٽِي،

سا جوئر پَچايوم جار، وو، آھن ڪَم ”سَچل“ جا ڪلتار تي.

## ڪافي

### ١٧٠

وعدا اُهي اَڄ ياد پيئا،
مون سان قريبن جي ڪيا!
ڳالهيون ڳجهيون اُهي يار جون،
اصلون ٻُڌيم اِسرار جون،
سي ٿيون عطا اعتبار جون،
دل ۾ رهيون دلدار جون.
واليءَ اهو وعدو ڪيو،
جو ڪِم چَيوسين سو ٿيو،
”هڪ پول توسان، نا پيو،
وِسري نہ مون کَون سو ويو“.
فائِق وري فرمائيو،
”تو سِرُ اسان جو سائيو،
”اهو ڏسڻ مون آئيو،
دل ساڻ سو مون لائيو.
”’سَچُو‘ سدا سَرهو رهين،
هِن پولَ اسان جي تي ٻَهين.
”تون ٿاہ تا هِن تي ٿهين،
سِر بار برهي جو سَهين“!

## ڪافي

### ١٧١

”تو ڪِيئن اُهي وسري ويا،

جن کي تو تي ڪارون ڪيون؟“

پانڌِيءَ پرينءَ جي پار ڏنهُن،

آندي خبر اها يار ڏنهن؛

آيو اصل اسرار ڏنهن،

دوستـﮯ سندي دربار ڏنهن.

ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهه ۾،

هي جيءَ وجهين جنجالَ ۾؛

چئہ آهين ڪهڙي خيال ۾؟،

ره تو هميشہ حالَ ۾.

ڪانئن پاسي ڏينهڙا پَيَئہ،

سي ڳڻَ سَندن وسِري ويئہ!

سچا سخن سانيَڻ تِيئہ،

سڌ کين ڪڏهن نا ڪَيئہ.

”ڳالهيون سَچڻ جون ياد ڪر،

دل سامڻ تي عاشق اَپر،

تا تو اچي نازڪ نظر،”

هَيءِ هَيءِ متان ٿئين بيخبر“.
”جيڪس فراق جي فال هُئي،

ڪا ڪين تنهنجي ڳالهه هُئي،
”تو ڳُڌ جِيڻ جي جال هُئي:

اڃ تو نہ تن سنيال هُئِي“!
”اتي وساريئي ڪيئن ويهي،

جي ڏيهَ هئا تنهنجا ڏيهِي؛
”توکي آئي مَصلحت ڪيهِي؟

هاڻِ پاڻَ ايندا اڄُ پيهِي“.
”’سچو‘ متان دلگير ٿئين“،

اَڄ پاڻ فرمايئون ائين،
”طالب وجي تَسلا ڏئين،

معافي مَدايون ڪيون مئين“!

# ڪافي

## ١٨٢

سالِڪ راهَ سُڃاڻِي، پاڻُ نَظَر ۾ آڻِين.

جاءِ نَظَرجِي آهِين اَصلَ ڪَئُون، يارَ يَقيناً ڄاڻِي؛
پاڻُ وڃائِج نُور نَظَرِ ۾، تَہ وسرئِي ٻِي آڪاڻِي؛
فنا ڪَئُون اِڳي بَقا نَہ ڏِيندين، جِيئَن پاروءِ پاڻِي؛
صورتَ منجهان تِي ٻي صورَتَ، وِڃئُون گَرد اُڏاڻي؛
هادِيءَ حقيقَتَ هيءَ سَمجهائِي، ”سَچو“ ساهَ سيبَاڻِي.

## ڪافي

١٤٣

لَئون اَچِي پاڻ لاَ يَوَ، ناتہ مون کي ڪَل نہ هوئِي.

اصلَ لاڪُون عِشق لائِڻ جِي، ڳالِهہ اِها خوش آيَوَ؛
دَردَ فِراقَ جي ڏِنيو اَمَانت، اِها سانوَلَ سيبايوَ؛
عَرشَ ڪَرسيءَ جا ڪِين قبولِي، اُها اسان ڏي هوت هَلَايَوَ؛
ڳالِهہ پُرجَهڻ جهڙي نا هُئِي، پاڻَ سَچَڻَ سَمجهايَوَ؛
ڏينهَن اُنَهيءَ جي، يارَ ”سَچوءَ“ ڪَئُون، سچي ڳالِهہ سَلايَوَ.

# ڪافي

## ١٤٧

تُنهنجو دَردُ اصلَ کَئُون، اِختيار ڪَيوسين ميان؛
تُنهنجي سُخنن سَچَن اُتي، اِعتبار ڪَيوسين ميان.

ڪِي تا پُڇَن پرينءَ کي، ڪُرسِيءَ يَا عَرشَ اُتي؛
تُنهنجي اکين منجهان سُهٽا، اِسرار ڏٺوسين ميان.

ڪي تا تابع تجليَّ، يا شُعلِي نوري يارو؛
اسان صورَتَ هِنَ ۾ تا، دِيدار ڏٺوسين ميان.

تنهنجو حُسن پِنَهي جهانين، يار سَچِڙ سَهِي ڪيوسين ميان؛
تُنهنجي سچيءَ ڳالِهه هِنَ تي، اِقرار ڪيوسين ميان.

هو جو ڪَيَڙوَ مون سان، سو پانهنجو وعدو پاڙيو؛
سِر ساهُ صدقي، صدبار ڪيوسين، ميان؛

”سچو“ سَگَ دروازه، آهي روز اَزلَ کَئُون ميان؛
تو پِيرَ عبدالحَق جو، پيزار ڪيوسين ميان.

## ڪافي

١٨٥

وڃِي اَکيون ڪاتي لايُئي،
حالَ حقِيقتَ جي سان.

فِڪرانِهِيءَ ۾ ميان تِي فنا تون، پاڻُ پَنهنجو ڀايُئي؛
اِهڙيون ڳالهيون سُڻ ري عاشِقَ، سارو سو عشق وڃايُئي؛
محبت وارو دل جي اندر، ڏاڍو ڪو مَچُ مَچايُئي؛
ڪَنيئي پَلڪ ۾ پاڙهي، ٻولي ڪَنهن نہ ٻُڌايُئي؛
جي تِئين عاشِق يار ”سچو“ ري، اِئين سو عِشقُ ڪَمايُئي.

## ڪافي

### ١٨٦

ڪَلَ نہ پَوندي ڪائِي،

عَجب جيهي اسرارُ اُنهِي جي.

هُئي حَلاجَ ذرو سڌ سِرَ جِي،

تَنهِن سِسِي کوڙَ کَپائي؛

لاهي حِجابُ حجابُ وڃائِين،

هِيءَ حِرفَتَ يارَ هلائِي؛

”سَچو“ سو ئِي صاحب آهِين،

پر سيءِ ۾ ذات سَمائِي.

## ڪافي

### ١٧٧

جِهڙو هيءُ عجائب آهِ،
ناهي عجب ٻيو ڪو اِهڙو؛
هيڏي هوڏي نہ ڏسين، مُنهُن پاڻيءَ ۾ پاءِ؛
پوءِ تصور هن ۾، ٻي بازي ڪا نہ بناءِ؛
اڪيون پَٽي جي ڏسين، هادِي آهي هَر جاءِ؛
”سَچوءَ“ سارو سچُ چيو، هيءَ رمز دل ئي سان لاءِ.

## ڪافي

### ١٧٨

اِهو ڏاهيون ڏَس آهِ،
سانول اِتي وسي ٿو.
ڦولهي لَهج پاڻ مَئُون، پَري نہ پيرا پاءِ؛
دائِم آهي دوستَ جي، تُنهنجي جيءَ ۾ جاءِ؛
ڪَنهِن جي ڪارڻ ٿِي ڪَرين، هاري ڙي هاءِ هاءِ؛
سوئِي ڏسندڙ، سوئِي سُڻندڙ، پاڻَ ئي ڳالهيون ڳاءِ؛
سارا ڏونگر ڏورئين، ڪاڪِي ڙي ڪَنهِن لاءِ؟
”سَچو“ ويڏو ساهَ ڪَنئُون، ڪير چَوي تا ناءِ!

## ڪافي

### ١٧٩

هِي ڇَڏيج هو وٺيج،
متان ڪا ٻِي ڳالِهه پُڇيج.

دُوئيءَ واري دامَ ڪَٽُون، پِهريون طالِبُ پاڻ ڪَڍيج؛
مُرشِدَ جِيئن فَرمائِيو، واقفن سو تان ڏَسُ وَٺيج؛
سِر سَهِي ڪَرِ پانهنجو، ٻئا آڏاٽا ڪِيم آڏيج؛
لاري لِڱُ نَ ڪَنهِن ٻِئي، عاشِقَ اِنهيءَ پنڌ پئيج؛
ويسَهُ واريءَ واٽ تي، ”سچو“ ڙي تُون سِر سَٽيج.

## ڪافي

### ١٨٠

پاڻَهين پارؤن يارَ، قاصِدُ مون ڏي اَچُ آيو!

اَچڻَ سَندي اُن جي، اُتِي ويا آزارَ،
تورو ڪيڏو تَن لايو.
ڏنا دلاسا دل کي، رهبر راتہَ هزارَ،
سَندن روحَ جو رايو.
هيڏي هوڏي نہ وجي، اَچج ۾ اِعتبار،
محبتہ مِڙيوئِي مايو.
اَچڻ جا مَحبوبَ ڪَيا، پَڪا قولَ قَرارَ،
”سچو“ توڏي هُئُنِ سَعيو.

## ڪافي

### ١٨١

پَلي ڪَري آئين، هِتِ تون گُهرجين يار!

هِتِ تُنهنجِي گُهرَ گَهٽِي هُئِي، دوست مِتا دلدارَ!
جاڏي تاڏي جَلوو تُنهنجو، عَجب تُنهنجا چَمڪارَ.
هِي پِي هو پِي هِڪُ، ديسُ تُنهنجو چَئِين ڪُنڊين چوڌار.
اَچِي تئين هِڪُ "سَچوءَ" سان، لاهي ٻيائِيءَ بارُ.

## ڪافي

۱۸۲

عاشِق مَرندا ڪِينڪِي، رهندا ڪِينَ مَڪانَ ۾.

ديواني درياءَ جو، پيتئون پيالو پُر ڪَري،
اَجرمنجهه اَمر ٿيا، اُهي ڳَڏيا ڪِينَ جهانَ ۾.
غيبَ ۾ جي غَرق ٿِيا، تَن ڳهاءِ ڳَردَن ۾ لڳا،
ٻولِي ٻولن ٿا ٻِي نڪا، اُهي رَهن "اَلاَمانَ" ۾.
ڪيئِي پَڙهندي سالَ ٿيا، روزا نمازون نَفل نِي،
تَن ڪُتَن ڪَلَ ڪانڪا، باطونَ جي بيانَ ۾.
چِين ولايت گهر ڪَري، گهَڙي ڳهارن ڪِينَڪِي،
پَسَن هادِي حَق کي، رهن ٿا ٻئبانَ ۾.
هَر دم آهي دم دوستَ ڏي، اهي سُونهَنَ ٿا سَر انجام ۾،
سو "سچوءَ" کي ئي مليو، هي ڳُرا ڇي تہ ڳِيانَ ۾.

## ڪافي

### ١٨٣

ڪِيئن وساري تو ويهون ويهون،
پِريان سَندي پارَ جِي، وومِيان.

ساهَ سَنيون تان يادِ ڪَيُون،

سي آهِن عجائبَ جيهون جيهون.
ڪهڙيين ڳالهيين عاشِقِ اَسان کي،

ڏُکَ ڏوراپا تو ڏيهون ڏيهون.
اِهي عتابَ تون رکين تو ڪيها،

پَکي اسان جڙي پيهون پيهون.
هِنَ پچاڻؤن مَتان اَسان تي،

ڳالهيُون رکين تون ايهون ايهون.
”سچو“ اسان جو تون، اسين تنهنجا،

ڳالهيون ڪرين تون ڪيهون ڪيهون.

## ڪافي

### ١٨۴

آءُ ڪانگا ڪَرڳالِ.

آهِن ڪيهيون اَسان جيون ڳالهيون.

مون سان ڪري جي ڪالَهه وئين، اُهي تان وعدا پال.

هِنَ غريب سان پرين گڏائج، بِرهَ ڪِيَس بيحال.

هيڏي اچڻ جِي هُئِي اُنهن کي، ڪا تان قيل مقال.

ٻاجهه پَويئي وي ٻاروچا، نِج نِماڻي نَال.

ياد ڪَرن تا هُتِ توئي کي، وجُهه نَ جيءُ جَنجال.

"فَاذڪُرونِي اذڪُرڪُم"، پَئين تُون ڪيهي خيال.

قولَ پِرينءَ ڪَيا جي توسان، سي تان سَڀِ بَحال.

دل ٻَڌل آهي توءِ پِريَن جِي، "سچو" تُون پاڻُ سَنيال.

## ڪافي

### ١٨٥

پاڻَ پُنهون آءُ آهِيان،
اڙي پينَر پُلي ناهِيان.

تِيو تِيون مُنڪِرِڳالِهه اِنهيءَ ڪَئُون،
چَو تَڏهِن بيو چاهِيان؟
ڪيچ پنيورپِي وسَنوَ اسانجي،
ڪَهڙي طَرف آءُ ڪاهيان؟
هَر ڪو چَوي تا سَهسِين عاشقَ،
نانءُ پاڻَ ڏِي تَئُون لاهِيان،
هِتِ هُتِ آهي صورتَ منهنجِي،
تاهِ نه ڪو بيوتاهِين،
پَنهنجو پاڻَ ڏِي سان يارَ ”سچو“ ڙي نِينهُن اِهوئي لايان.

## ڪافي

### ١٨٦

مَحبوبُ مِنو آهي مَنَ ۾،
معشوق مِنو آهي مَنَ ۾!

بيفائِدو بازار گُهمين چو، اَتَئي بُلبُل باغ بَدَن ۾؛
ٻِيائِيءَ سان تو ٻاهر ڳولين، نہ تِئي بَر بَحرَ ۽ بَنَ ۾؛
چِهرا چوريءَ چليو ڏسئين چو، اَتئي سو چاند چَمَنَ ۾؛
زلفَ زنجيرَ ڪَٿُون زاهِدَ پِڳا، اُهي ظاهرپرَستَ ظن ۾؛
عاشِق سَوين اَحوالَ ۾، آکِن اَناالحَق اُنَ ۾؛
سَتَ زيورَ سينگارَ ڪري نِپي، دوستَ آيو درسَنَ ۾؛
"ڪُل يَومِ، هُوَ فِيٖ شَانِ" آيو ورنهَ هر ڪَنهن ون ۾؛
دلبَرَ ديرو دائم دل تي، چو ديکين درپَن ۾؛
ڪري تو آهُون ڪِينَ سُٽي تو، اَتَئي قُدسِي ڪلام ڪنَ ۾؛
مُرشد ڪامِل سانولُ سُپرين، آيو صافَ صحن ۾؛
فيض "فاروقِي" فائَقَ بَخشيو، فهمائي هِن فَنَ ۾.

## ڪافي

### ١٨٧

سِگهَڙي لهج سَنيالَ،
هادي هِنَ جي حالَ جي.

ڪوتَه ڪَريو قَال ڪي، آڻي ۾ اَحوالَ؛
سگهو موتِج سُپرين، تو ريءَ ڪَيَم ڪَشالَ؛
فَنا ڪَريو فِراق ڪي، ويجهو ڪريو وِصال؛
گهٽا لايَو ڏينهڙا، ماريَس هِنَ مِثالَ؛
اَوهان پاجهون سُپرين، هِهڙا تِيڙم حال؛
اَڳَڻ هِنَ جي آءُ تون، ”سچوءَ“ مَج سوال.

## ڪافي

### ١٨٨

زاري پينَر زاري،
اڳيؤن عَجيبَن جي، آهي اسان جي!

روز اَزل ڪَئُون عاشقَن جِي، سُوريءَ تي هسوارِي،
شاه مَنصور حلاج حُسَينِي، سُوري ڪِيئن سينگاري،
هِيءُ تئي گُم اُهو تئي ظاهِر، چُپ چُپان چوڌاري،
”سچو“ ساهه سِري ڪر صدقي، سَرسُ وٺين سَرداري.

## ڪافي

### ١٨٩

تو دوستِيءَ جو دَمُ هَڻين، پَر ڪِيئن ڪُسِي قُربان ٿئين.

مَهَند مَنصُوريءَ جي تُون، منجهه مَعرڪي مَردان ٿئين.
وري صحِي ”اَنَا سِرهُ“، تَنهِن اسم مَئُون انسان ٿئين.
جي تو پوري سُڌ سِر جي، حيرتَ انهيءَ حيران ٿئين.
نعرو ”اَنَاالحَقُ“ جو هڻِي، ٿِي مرد سر ميدان ٿئين.
جي دم سُڃاڻين پانهنجو، تُون دين، تون ايمان ٿئين.
هِي پَنڌ سو پُرزا ٿئي، جي نينهن جو نيشان ٿئين.
”سچو“ يَڪايَڪ، يَڪ ٿئين، تون شمع، تون پروانو ٿئين.

# ڪافي

## ١٩٠

مين ماهي دي لڳِ ماري،
ماري آئون قِر جياري.

چَونديَس پيش پرينءَ جي، حال حَقِيقَتَ ساري.
جا نالو وٺَندي نِينهَن جو، تَنهن ڪي اِيندي شَهَر نِڪاري.
دم نَ رهندي دوستَ ري، شَوقُ سَندو شِڪاري.
مَستَن ڪي محبَتَ جي، آهي ڳِچيءَ ۾ ڳاري.
جي اَول ماريو پوءِ جيارڻ، تَنين گَڏ قطاري.
چڱِي ٿِيَڙس چِتَ ۾، دوستَ ڏني دلداري.
”سچيڏني“ ڪي عِشق جِي، صاحِبَ ڏي سَرداري.

ڪافي

١٩١

عاشِقَ ڪَيَئي اُداسِي،
وهَ واه ڳالِھ خاصي.

لَئن لَئن مَنجھ روز ازل ڪنئن، آهي وِرھ اَوھان جي واسِي.
”عشق نار احِتَرق“ سُٹِي اشارتَ، هيءَ دل تا ڪِينَ هِراسي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، باتے اهِا اسان باسِي.
برھَ اوھان جي ڪِيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سَناسِي.

## ڪافي

### ١٩٢

هُتي تا ڪير هُياس، پَلو ميان، تِي آيس ڪير، نہ ڄاڻان.

نانءُ ٻيو هُتي هو منهنجو، سائين الا ، هِتي ٻِئي نانءَ ٿياس.
اچڻ نَہ هو هِتي مُنهنجو، سائين الا ، پَر ڪَنهِن تا خواهش ڪنياس.
هُتي هُيَس مَعشوقيءَ ۾، سائين الا ، هِتي عاشِق ٿِي آياس.
هَي هَي هُئِي ڪانہ ڪا، سائين الا ، هِتي منجهہ پَروڙ پياس.
”سَچو“ سارو سَچ ٿيو، سائين الا ، وِچَئُون ”آءٌ“ وياس.

## ڪافي

۱۹۳

محبت جي مَي ماريو، ڙي مون کي،
ڪاڪيون ڪنهن سان وره ُ وراهِيان!
عقل علم سڀ ڇوڙ ڏتو سي، عشق ڏنو اولارو.
اکيان کول تہ ظاهر ڏيکين سير سچڻ جو سارو.
پُرجهي پير ايڏاهِين پايو، هوت اَتَو هاڪارو.
محبت مون منصُور وجهايو، ڳچيءَ جي وچ ڳارو.
سَنبرُ ”سچيڏنا“ ڇوڙ سانباها، ورهَ ڪيو جان وارو.

## ڪافي

١٩٤

ياڪِي ٿيو يار اَسان ڪؤن، دل نماڻِيءَ جِي ڪَسي!
ويٺي ڏِسان واٽ اوهان جي، مانَ ڪو رهبر رسي!
اَچڻ هِن جو ايڏاهين، ڏيهه سندئِي ڪو ڏسي!
سِر "سچوءَ" جي يار سدائِين، ورهَ جو مِينهڙو وسي.

## ڪافي

### ١٩٥

ڳالهيون ڳارن ٿِيون، ميان، دل کي دوستن جون، ميان!
ياد اچن جي ڳالهيون، اُهي ڪوڪان ڪارنِ ٿيون.
هو جي ڪيائون ڳُجهه ۾، اُهي مامان مارن ٿيون.
ڳُڻن واريون ڳالهڙيون، اُهي ٻارڻ ٻارن ٿيون.
پَسَڻَ ڪارڻ اَکڙيون، صاحب سارن ٿيون.
پاڙيءَ ڳاڌون رَتِ جا، هنجو هارن ٿيون.
اکيون ڏسَن نہ غير ڪو، واحد وارن ٿيون.
”سچو“ اُهي ڳالهڙيون، نِتِ مون کي مارن ٿيون.

## ڪافي

### ١٩٦

تنهنجِي آهيان آءٌ، پنهنجي ڪري چاڻ!
جاڏي تاڏي توهين دلبر، ڪاڏي ڪاهيان آءٌ.
هونديس اوهان ساڻ.
آءٌ ڪنيزڪ تون تان سائِين، سَگهه نہ ساهيان اءٌ،
چيتڪ ڪَيس اَچاڻ.
سِڪن ڪيئِي تو لَئہ سانولَ هِڪ تا چاهيان آءٌ،
صدقي ڪيمُ پاڻ.
تو هَئون پاهر سُڻ "سچو ري، ڪنهن دم ناهيان آءٌ،
پنهنجو جهَلج پاڻ.

## ڪافي

### ١٩٧

تنهنجي ڪارڻ ڪاريو،

هوءِ هوءِ هولِيَڙو!

ڪنهن سان ڪريان سُپرين، تنهنجين ڳالهين ڳاريو.

ڪنهن در ڏيان دانهِڙي، تنهنجي محبت ماريو.

آڳے عِشق جي اَندر اسان جي، ڏاڍو ٻارڻ ٻاريو.

آءُ اوهانجڙي آهيان، والِي ڪِيم وساريو.

پاڻئون پاسي نہ ڪريو، سڳ "سچو" پنهنجو ساريو.

## ڪافي

### ١٩٨

سُھڻا توکي ڪيھو ھاڻِي ھاڻي،
ڏوارا پو ڏيان، پلو مَن موھڻا؟
وس ويچاريءَ جو ناہ اَصل ڪَون،
تون پرين پاڻھين ڄاڻِي.
اندر منھنجي وو آھي اوھان جِي،
ڏاڍي سا سِڪ ساماڻِي.
اَوھان پاجھون ويتي اوتيان،
پنبڻين مان پاڻِي.
”سچو“ اَوھان جو آھي اَصل ڪَؤن،
پنھنجو سو سگّ سُڃاڻِي.

## ڪافي

### ١٩٩

چو تو چڏين، مون کي هاڻِي،
آءُ تا تُنهنجڙِي آهيان!
پاڻُ پنهنجو پاڻهين ساڻُ غريبن گَڏين.
پڪا پکن سامُهان، اوري سي دلبر اَڏين.
”سچو“ نهاري واتڙيون، ايندين صاحب ڪڏهين.

## ڪافي

٢٠٠

رهجِي اَچي منهنجِي يارَ، توسان!
آءُ چيا چاڻان عشق منجهاروُن، بِرهي والڙا بار.
طرف ٻئي ڪنهين خيال نہ پانيان، آهي سدائِين يار.
هوندين هميشہ گڏ اسان سان، نيڻن وهايم نار.
ٻانهن ”سچو“ جِي سُهڻا سائِين، پرتِي اَتئي سردار.

## ڪافي

### ٢٠١

تون تا ڪڏهن ايندين يار،
تُنهنجِي روز نهاريان راه!
سِرَ تي چاڙهيا سُپرين، بِرهَ تنهنجي جا بارَ.
راتو ڏينهان روح کي، تنهنجِي سارَ سنيارَ.
وهَن ٿا واڪا ڪَيو، نيڻن سَندا نارَ.
آءُ تا هڪڙو ناهيان، تنهنجا عاشقَ لکَ هزارَ.
سورَ سَندءِ ميان سُپرين، مون کي ڪوهِ هٽن قهارَ.
پِرين پارج پانهنجا، جي ڪيئِي قولَ قرارَ.
ڏوهُ ڏيان ٻئي ڪنهن کي، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
اَندر منهنجو اَڏ ڪيو، جانِي اِنهيءَ جارَ.
اَٺ ئي پَهَر ٿِي وڃي، تُنهنجِي تَند تنوارَ.
مُئِيءَ کي ماري اِتهين، تون وئين ڏنهُن وٺڪارَ.
”سچو“ سَگ اوهان جو، ٿو روئي زار و زار.

## ڪافي

### ٢٠٢

ڪالھ جو ڪانگ اُڏاڻي،
يلو، ڪيئن وئين پريَن وٽ؟
گھٽي تو سان ڪا ڪَئي، اڳيون يارَ سِياڻي.
پِرينءَ ڪِي تا پُڇيو، ڏيج دلاسو ھاڻي.
ساري مون کي ڏيج سَنيھا، الله ڪارڻ آڻي.
پِرين سندي پارَ ڏي، عاشق چو نہ اُماڻي.
ائين اڏامي اوڏھُون، ”سچو“ ساھَ سيباڻي.

## ڪافي

### ٢٠٣

لؤن وچِي ڪيئَن لايَم، پِرين نہ چاتُم پَرديسي!
پُرجهُيم ڪين سَهيلون،
تيلهان آڏو ڏک آيم.
ڏينهن گذريا غم تنهن جي ۾،
ڳالهہ جنهن جِي تي ڳايَم.
دانهون فريادون ڪَريان،
چو سِڪ ”سچو“ سيبايَم!

## ڪافي

### ٢٠۴

لَؤن مون سان جا لايَوَ،
’يارَ، ويڙهي ھِن ويهِي!
دردمنديءَ جِي دِلڙي، دلبر گھُوتَ اکين سان گھايَوَ
ڳالھ ڪَريان ٻِي ڪيهِي.
مُشتاقَن کي محبِ مارين تو، تَڪَ اِھائي آيَوَ
جيهِي وٽيَوَ ڪَيَوَ تيهِي.
ڳالھ اِنهيءَ جِي سُڌ نہ مون کي، پاڻ پِرين پُرجھايوَ
رمز ڳُجھِيءَ دل ريهِي.
پارؤن پنهنجي ڪيئِي قاصِدَ، ھِن ڏي ھوتَ ھلايَوَ
ڏيھ ڳَڏيا چَڙھُ ڏيھي.
دل ”سچوءَ“ جي دلبر سائين، ديدن ساڻ دتاريَو
نينهَن اوھانجڙي نيهِي.

## ڪافي

### ٢٠٥

ڪيئي ڏک جا ڏينهنڙا لنگهايم،
سُڻ تون مُنهنجا سائين!
ڳالهيون ڪندي مون ڪيئي سِرَ تي ڏک جا مينهڙا وسايَم.
پرين اوهان جي پار جا، تي ڏهاڙِي پنڌڙا پُڇايم.
سِڪ اَوهان جي سُپرين، ميان سارا ڏِي سورَ سَلايم.
”سچل“ سي ڏِي آئيا، جَن لَئي فالان روز وجهايَم.

## ڪافي

٢٠٦

تون تا پنهنجو پاڻَ پَساءِ،
شوقُ تنهنجو مون کي يار شتابي.
اَچي اکڙين ۾، جوڙي ويهِج جاءِ.
ناميا نانوَ ڏَڏِيءَ جي، پيرَ اَسان وٽ پاءِ.
اَڳي پوءِ پِيي آسرو، هوتَ اَسان کي آهِ.
اَڄُ پِيي واٽَ نهاريان، لالن تنهنجي لاءِ.
آءُ اگڙَ آسروند جي، "سچوءَ" ڪيم سِڪاءِ.

## ڪافي

٢٠٧

هوتَ ڏٺئِي هيڏي اِيندا،
ڪيئن ساتِي، مون کي سَچُ چَئو!
هُتئُون پَتِي پَکَڙا، هِتَ ڪي آٿي اَڏيندا!
پنهنجي وڙؤن پاڻَ سان، هيءَ غريب گَڏيندا.
ڏگَ يائِي سي سُپرين، توريائڻيءَ سان تيندا.
دردمند جي دل تي، دانَهه دستَ ڏريندا.
ڏوڙا طالعَ مون تِين، جڏهن ”سچو“ نانُوُ سڏيندا.

## ڪافي

### ٢٠٨

يارَ پانڌي، ڙي ميان،
مِيَر ساٿِي، ڙي ميان،
ڪيچيڙا، ٻيليڙا، ڪڏهن اسان وٽ اِيندا!
هوندا اسان وٽ يارَ هميشہ، ڪِي ڏکَ ڏيئي پوءِ ويندا؟
اِهو اَتم آسرو، چوري تا نہ ڇڏيندا.
صاحب پنهنجي ساٿَ سان، هيءَ غَريب گڏيندا.
پَڪا پنهنجا، چئو ڙي ساٿِي، ڪي هِتے عَجيب اَڏيندا؟
”سچو“ توکي سُپرين، پاڻ اچي هَٿُ ڏيندا.

## ڪافي

### ٢٠٩

تون آهين صاحب صورتَ جو، هِي آهہ غلام تنهنجو؛

آهي ذوقُ شوقُ سُهڻا، مون کي مُدامُ تنهنجو.

جي آهن اصل اوهان جا، سي نا وسار جو، ميان،

مون تي آهي مُقرر، سائِين سلامُ تنهنجو.

راتو ڏينهنان روئڻ ۾، هنيَڙو اُداسُ هُيَڙو،

رهبر آڻي رساڻيو، پِريَم پيامُ تنهنجو.

دلگير تون متان ٿئين ڪر دور درد کي، ميان،

اول آخر اسان وٽ هوندو مَقام تنهنجو.

رد ڪر فنا فِڪر کي اُميدوار ٿِي رهہُ،

هِتِ هُتِ يقين ڄاڻج، آهيان اِمام تنهنجو.

تون آهين اَصل اسان جو، آهيون اسين سي تنهنجا،

آهي قبول ڪُلِي "سچو" ڪلامُ تنهنجو.

# ڪافي

## ٢١٠

ڏي دلاسو دوست ھن ڪي، اَصل تنھنجو آھہ، ميان!
ھِتي تي گُذاريان ڏينھڙا، سانولَ اوھان جي ساءِ، ميان.
غصو نہ ڪر غمناڪ سان، نا تہ حالَ ھِنَ ھاءِ ھاءِ، ميان.
دلبر اوھان جي در بنا، جاٺي نہ مُون ٻي جاءِ، ميان،
جنھن ڪي نہ تنھنجي دوستي، آھي اُنھيءَ واءِ واءِ، ميان.
ڏسِي اسان جو حالڙو، تون پير اسان وٽ پاءِ، ميان،
پاڇِي وٺي ھيءَ پانھنجو، لالَن پنھنجي ڳل لاءِ ميان.
مطلب اھو محبوب ڪر، طالب نہ ھيئن تَرساءِ. ميان،
آھي دم اسان ديدارَ جو، ڪنھن وار تون ورساءِ، ميان.
راتو ڏينھان ھُو تا تنھنجِيون، ڳالھيون ويٺو ھِتي ڳاءِ، ميان.
نيڻ ڪَڙُ نالي ڏٺيءَ جي، ھي سڳ "سچو" سَرچاءِ، ميان.

## ڪافي

### ٢١١

ڪوڙِي ڪَيئِي ڳالهه پنهنجِي،
ڪالهه ڪانگا جا چَيئي مون کي!
جيڪُس ڪِين ڪي ڏُر وئين تون،
واتَ ڏسِي مُوتيين آهنجِي.
عجيبن جي آڏو وري تو،
ڪَچِي ڪَئِي سا ڪنهن جي!
وري برار وئُون اوڏانهين،
سائِين ڪندو شال سَهنجِي.
تنهن کي سوئِي توڙ رساڻي،
وٺي جو دامَن ڪنهن جِي.
اَصل لاڪُون ”سچوءَ“ سَيائِي،
طاعت مَچِي آهي تُنهنجِي.

## ڪافي

### ٢١٢

پِرينءَ هِي پيغامَ، ساري ساٿيا ڏيجو!
ٻانهون ٻڌِي يارَ سَڄَڻ کي، ڏيجو سي سَوَ سَلام!
’ڪڏهن ڪندؤ پارِ اَسان جي، اچڻ جا اَنجام‘!
’درِ اوهان جي يارَ رَسڻ رِيءَ، ٿِئي نہ طلب تمام.
’شوقَ اَوهان جي شورُ مَچايو، ڪياسين هُل هَنگام.
جيهو تيهو آهي اَصل ڪؤن، ”سچو“ سو گولو غلام.

## ڪافي

### ٢١٣

آءُ اصلَ کؤن جو آهيان، گولو غلام تنهنجو!

مون سان وعدو ڪَيَڙئي، ويهي، ڪالهه پَڪي هنَ پيهِي،
ناهيان ڏور اوهان کَؤن ڏيهِي، ڪن لايان ڪلام تُنهنجو.

تنهن ڏينهن لاڪون اَڄُ تائين، منهنجو ساهُ سِڪي ٿو سائِين،
پيو اوچتو هَنڌَائين، هن دل کي دام تنهنجو.

جيڏ سيے لاڳاپا لاهي، اهو وچڙ تہ واجب ناهي،
اِهو فرض اسان تي آهي، سجدو سلامُ تنهنجو.

ڏايا خوني نيڻ خماريئي، سي ڏاڙي ڪارڻ ڏاريئي،
نيڻَن سان مُلڪَ ماريئِي، هر جا حُڪام تنهنجو.

آئِي سائينءَ ڏهون وراٽِي، ٻيا خيال ويا اُڪاٽِي،
تون تہ سرور نبي سُڄاٽِي، ”سچو“، آهي امامُ تُنهنجو.

## ڪافي

### ٢١٤

اَڄ تا خبران آيون آيون، دوستن اَوهان جي ديسئون!
وري وسائيندو سِگهڙو،
جاني سو پنهنجيون جايون جايون.
تہ ڪَرَ ويندين نِڪري،
هيئن ڀُلي ڪينَ ڀانيون ڀانيون.
ڏکُ وڏوئِي ڏيلَ منهنجي کي،
وئين تون لالن لايُون لايُون.
راتو ڏينهان روحَ پنهنجي سان،
ڳالهيون سنديوَ تا ڳايون ڳايون.
اَچڻ اوهان جوُن، طَرفِ "سچوءَ"،
جي، شالَ وري ٿِين وايون وايون.

## ڪافي

۲۱۵

منهنجي اِگهين لِڳي، نہ تہ هاٺي لِڳي،
دل، اَلو، اَلو، تنهن يار سان!
روز اَزل ڪؤن اکيون لايون سي، دوستَ متي دلدار سان.
ڪيئِي داناءِ ديوانا ڪيائِين، چشمن جي چَمڪارَ سان.
دوستَن جي در اَچي پيَس، اَصل سَچي اِعتبار سان.
جيڪي تئي تو جوش وارن سان، سو نہ تئي هُشيارَ سان.
ناز نياز جي نيهَن وارن ڪي، تَڪ ڪيو تَلوار سان.
سِرُ ”سچوءَ“ ڪيو صدقي سائِين، عقل چَڏي اقرار سان.

## ڪافي

### ٢١٦

آهي اَنهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو!
ويٺو وٺِي آهيان هِتي، ڪاملَ قرار تُنهنجو!
هن کي اوهان جي پاڃهون آهي نه ماڙ ڪائِي،
هِي تا غريب آهي، اُميدوار تنهنجو.
”ٺِيءُ پاڻَ کان پَري تون“ فرمائيو اوهان جو،
آهي جميل اَصل کؤن هي اعتبار تنهنجو.
هِنَ تي ڪَرم وڏو ڪيُو، جو درد دل بچايُوَ،
ساريان لطف سنياريان، نِي بيشمار تنهنجو.
چاهَون ٺِيو اَوهان جو، دامن لڳي جو آهي،
”سچو“ غلام چاٽي، جو داغدار تنهنجو.

## ڪافي

### ٢١٧

لنگھي ويون ڪالھ قطارون،
ڪونجڙين جو ڪيچ وٽن ڏنھُن، ميان!
ڪنديون ويون ڪيچ ڏي،
ميان الا! طرحين طرحين تَنوارون.
ويچاريون، ميان الا، ولَر ڪيو وڙڪَن،
ڦِٽِي تيون سي ڦارون.
ولَرين ڪونجَڙيون، ميان الا،
ڪنهن اَندوھ اُڏاريون.
اُنهن جي افسوسَ جون، ميان الا،
پونديون ويون پچارون.
اُتَن ڳانا پٽَ جا، ميان الا،
موتين مَڙھيون مَهارون.
”سچو“ هليو سوز ۾، ميان الا،
لاھِي لوڪ مَيارون.

## ڪافي

### ٢١٨

ڳلِي ڳلِي مون تي ڳولِي ڳولِي،
يارَ سچَڙَ تنهنجي ڪارڻ!
چڏي لاڳاپا لوڪَ جا، اسان تا پانهپَ پولِي.
تيَس ديوانِي دوستَ اوهان لئہ، ڪري چيهاڙيون چولِي.
اچِي اَچانڪ اندر اسان جِي، حُبَ مچائِي هولِي.
اصل لاڪُون آهي اوهان جِي، هيءَ غريبِ سا گولي.

## ڪافي

٢١٩

مون وٽ يارَ پيارا، آءُ تُون پاڻُ سُجاڻِي!
حال مڙيوئي معلوم توکي،
دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي، آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.
ٿيندِيَس گولِي، در در ڳولِي،
جانب ڪاڻِ جوڳياڻي، آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.
سِڪندي تو لئہ سُهڻَل سائين،
روئندي سا رات وهاڻِي ، آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.
”سَچلُ“ آکي سَهي ڪِيتو سي،
پِرتِ جي ناهہ پڇاڻي ، آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

## ڪافي

۲۲۰

اوري ڪانگَلَ آءُ،
ڪِيئن جِي خبَر ڏي ڪاءُ!
پريان سَندي پارَ جو، لهي اچُ سَماءُ.
ڳالهِن تنهُجِن مؤَن سَريرَ ڪي، اچي منهنجي ساءُ.
مُنهنجو تئي هِتِ ڪينڪِي، پاجهون هوتَ هَلاءُ.
سُورَن ڪارڻ سُڻ ڙي ساتِي، جيڪُس چَٽيم ماءُ.
”سچو“ دوستَن جي دَرَ جو، اَصلون آهه غريب گَداءُ.

## ڪافي

### ٢٢١

اَڄ سَڄَڻ پاڻ اِينديِ،
جَن لَئي نِهاريَئي تي واتان!
مَتان لاهين آسرو، حال ياڻِي اچي ڏِيندَئي.
عجيبن جي اچڻ جون، مُبارڪون ڏيندَئي.
پَڪا پَڪن سامُهان، آڻي دوستَ اَڏيندِي.
مَتان ماندي تون ٿِئين، گوشي پاڻ گَڏيندئي.
توکي جاڻِي پانهنجو، ”سَچو“ ياءُ سَڏيندئي.

## ڪافي

۲۲۲

پانڌِي پيغامَ پُهچاءِ، مُنهنجا محبن کي، ميان!
اَکَڙين کي اصل ايڏنهن جو، وڏو اوسِيڙو آهـِ.
ڏاها وڃج ڏيهَ اُنهِيءَ ڏي، جاتي جانِبَ جاءِ.
اَداڙي ساٿِي پارَون اسان، پانڌُ ڳچيءَ ۾ پاءِ.
راتو ڏينهان آهي ڏهاڙيون، هِنيَڙي کي هاءِ.
دوستَن سَندي درَ جو، اَصلون ”سچو“ سگ سَڏاءِ.

## ڪافي

### ٢٢٣

منهنجا واقفَ يارَ،
سدائِين تون جِيئندين!
راتو ڏينهان روح منهنجي کي، تنهنجِي سارَ سَنيارَ.
تُحفو هِڻ کي آهي اهوئِي، تنهن جي پيرن جِي پيزار.
اَچڻَ اوهان جي جِي ويتا وجهايون، فقيرن کَون ڦار.
ڳالهيون سَنديُوَ ساريو، "سَچوءَ" کي اچي تِي اُچنگار.

## ڪافي

### ٢٢٤

ياد مونکي اُهي آيون، وو
يارَ ڪَيئِي ڳُجهِيون جي ڳالهڙيون!
اوهان جي پِيي، وو، اَچڻَ جون، تيون وَري هتِ وايون.
دردمنديءَ جي، وو، دِل کي، وِرهَ وجي ڪِي لايُون.
نانوَ سائِينءَ جي سُهڻا سائين، چِتُ نہ وَڃُ مُون تان چايُون.
آءُ تا ڏينهَڙا گڏ گذاريون، هِتِ ويئا وِرهَ وَسايون.
ڏوهَن ”سچوءَ“ جن ڏي نہ ڏسو، هِتِ تا سَندوَ سَڏايون.

## ڪافي

### ٢٢٥

پورَ پِرينءَ جي هَي ماريان،
عِشق سَچَڻ جي چاڙهيان!
دوست بنان درماندِي، دَمُ هِتي ڪِيئن گهاريان.
سِرُ سَچَڻَ تَون صدقي، واريو آءٌ واريان.
ڳالهيون ڳُجهَ اَندرَ جون، آءٌ پِرين سان پاڙيان.
سِگهو موتِج سپرين، ڏهاڙيُون ويٺِي نهاريان.
محڪم محبت وِڌيون، جاڙيءَ متي جاريان.
هو جي ڪَيَم پاڻ سان، ڳالهين اُنهِن ڳاريان.
مَجلِس محبوبَن جِي، ساعت ساعت ساريان.
"سچيڏنا" ساهڙ ريءَ، ڏَمَ مِڙيئِي ڏاريان.

## ڪافي

### ٢٢٦

ٻن جِيَڙ مُنهنجو جيڏيون، سُکَ ڪيها سَڄَڻ ري!
سُکَن وڌيَس سَرتيون، آءُ پِريَن ڪانءُ پَري.
ڏُکَ چڱيرا دوستَ جا، جي قادر ڪَرم ڪَري.
سوئِي عاشق ڪوٺجي، جو محبتَ مَنجهِ مري.
ڪاڪيون مون کي ڪِينڪِي، ٿي ساجَن ريءَ سَري.
جيڪا اَديون عشقَ جي، آئِي هيئَ اَري.
تَنهن جان جُٺو قربان ڪَيو، زُدَون مَنجهِ ذري.
”سچو“ سوز اُنهن جي، ڳاري منجهِ ڳَري.

## ڪافي

### ٢٢٧

هوت ڪڏهن هِتي اِيندو؟
ڪَهُڙ ڪانگا ڪَل ڏي ڪا!
چئي ڪِي ويهَندو هتهين، ڪِي ساڻ نماڻِي نيندو؟
هيڪندِ اَچي هوتُ مُون، هِن تَڪيءَ سان تيندو.
پاڻُ پنهنجو سُپرين، ساڻ غَريبِ گَڏيندو.
پَڪا پاچاڻين ڪي، اوڏا يارُ اڏيندو.
هوتُ پنهنجا هَتڙَ، هن ڏڪيءَ ڪي ڏيندو.
سَنگَت پنهنجيءَ سُپرين، ”سچوءَ“ ڪي ٻه سڏيندو.

## ڪافي

### ٢٢٨

زار روئِي ڪيم زاري،
دوستَ ڙي توريءَ تا نہ سَري.
محبت تنهنجي، وو، ڪِيَس مستانِي، بارُ بِرهُ جو باري،
دوستَ ڙي چوي لوڪ چَري.
هِن بنديءَ کي، وو، بخش بلوچا سائين، هوتَ اَچِي هڪ واري،
دوست ڙي سَنڌءِ ذوقَ ذري.
ميلائي لَڳي، وو، محبَ اَوهان جي، وا جھ وجھي ويچاري،
دوست ڙي وجان تا مَر مَري.
آهي مِڙيوئِي، وو، توکي معلوم سائين، حال حقيقت ساري،
دوست ڙي وج مَ يار وري.
جيڪِي آهين، وو، سو تا تون هين سائين، حڪم سنڌءِ آهي جاري،
دوست ڙي پيڙم خَبر کَري.
”سچو“ آهي، وو، اَوهان جو سائين، ڏجو تنهن دلداري،
دوست ڙي وجن ڳَچ ڳَري.

## ڪافي

### ٢٢٩

آءُ ڪانگا ڪا پِرين جي ڳالھ ڪَر
وعدو ڪَيُئِي ڪالھَ سو پَرحال ڪر!
ڪِيئن ڏٺو تو دوست منهنجو ديس ۾،
خوش ڏٺو هو ئي يار ڪهڙي ويس ۾؟
سا خَبر مون سان وري في الحال ڪر.
ڪِي پُڇيائون خَبر مهنجي حالَ جي،
ڪي ڪَيَئي آگاھ هِن احوالَ جِي،
سو مون سان ڏاها اِهو اَحوال ڪَر.
هت فراقَ آهي ماريو، مان ٻيو ڇا چوان،
سور منهنجي ساھَ کي نِت نِت نوان،
آءُ ادا خاطر مهنجِي خوشحال ڪَر.
ڪِي اُڏاڻو هُئين پِرينءَ جي پارَ ڏي،
ڪِي نياپا هِي نِيا هُئي يار ڏي؟
ڪا مَدد مُنهنجِي ادا الحال ڪر.
دوستن جي منجھ حضور حاضر ٿئين،
زاغ زاريءَ مَون نياپا هي نِئين،
لڳ سائينءَ سارو، ”سچوءَ جو سوال ڪَر.

## ڪافي

۲۳۰

اي پرِين تُون پاڙ پنهنجا، قولَ جي تو ڪالهہ ڪيا!
منجهہ جدائِيءَ تانهنجي، هِتي اَسان هِي حال ڪيا.
مون تا مِلڻَ لئہ تانهنجي، ڪوڙين ڪهڙا تي خيال ڪيا.
حالَ مُنهنجي ڪي ڏسي، ڪيئن پلا تو پالَ ڪيا.
سڏ ”سچوءَ“ سڪ سوزَ مون، جاني اوهان ڪي جالَ ڪيا.

# ڪافي

## ٢٣١

مُنهنجو هاڻي مون وٽ اِيندو، هاريون واقفے حالَ جو!
ڪينَ ڇڏيندو ڇَپَرين، نال نِماڻِي نيندو.
شالَ مقام مُئِيءَ جو، ڌَر وچِي نِي ٽيندو.
درسن سندو دائما، ڏاڻ ڏکيءَ کي ڏيندو.
”سچو“ پار پرينءَ جي، وره وارو ڪو ويندو.

## ڪافي

۲۳۲

هِن غريب جو حالُ، توکي مَعلوم آهي!
صدقي ڪنديَس سِر سائِين تَون، ٻيو سڀ مِلڪ ۽ مالُ.
دوستَ اَوهان ريءَ ديس ۾، جيَڻ آهي جنجالُ.
چَئي ٻُڌايان ڪيترو، آرياڻِي اَحوالُ.
مَيج "سچوءَ" جو سُپرين، سائينءَ لڳے سوالُ.

## ڪافي

### ٢٣٣

پرديسِي گَڏيا دوستَ لَتو هِجر هلاڪِي،
آيا اگَڻ مُنهنجي، جن ڪيو هو فراقِي.
جَن ڪاڻِ سڪيَس سالَ، ويٺي واٽڙين تي،
مون ساڻ اَچِي پاڻ، تيا محب ملاقِي.
پَرديس لَڳ مون تي، پانڌي روز پڇايا،
مون کي ڪانہ پَئي خَبَر، اَچِي سي تيم اوطاقِي.
پيغامَ پَهرِيئون پانڌن هَٿ پاڻ مُڪائون تي،
هاڻي هڪُ تيا مون سان، جي يارَ هئا ياڪِي.
آهي سَگ ”سچو“ دوستَ جي در جو اصلَ کَون،
تنهين ڏيَڻ ڏوراپو، ناهي مَستُ ميثاقِي.

## ڪافي

٢٣٤

تون تا وسين مُنهنجي مَن،
ميان تو کي ڇَئِي پڏايان ڇا!
هوتَ سنديوَ آءُ حاضِري، پيون سي ڏنڙَم پَن.
مقصد منهنجو تون ٿئين، پيا ڪَعبي نيتَ ڪَن.
آءُ گهٽو گهوِري تَن جِي، ڪيو سرُ صدقي جن.
عرضَ الاهُون عاجزن، ڪوهُ نہ ڪرين ڪَن.
اَڪيُن عامُ نہ آوُڙي، تو کي جانِي ڏِنو جَن،
آهي ”سچوءَ“ کي سدا طَلَبَ توهان جِي تن.

## ڪافي

٢٣٥

يارَ اسان کي ٿيون مارين،
تنهنجيون اَلغرضايون!
انهُون دانهُن تي، سائين هِي ڪميٽيون ڪارين.
باهيون تنهنجي بِره جيون، پارڻَ دل ۾ پارين.
ڪِيئَن جو ڏنئون خَبران: ”سچو“ تو هُتِ سارين.

## ڪافي

### ٢٣٦

جڏهن پِريَن پاتيم جهاتِي،
تڏهن حاجَت ناهي حج جي!
اَچڻ سانُ اُنهن جي يارو، عشقَ ڪئِي اثباتي.
سڀ ڪجهه ٿيڙم حالون محرم وسريَم ذڪر ذاتِي.
چوريءَ چوريءَ يار سَچڻ سان، ڏس ”سچو“ دل ڦاٽي.

## ڪافي

### ٢٣٧

دوست تُنهنجي در جي،
هيءَ ڳالهه آءٌ ڪنهن سان ڪريان!
ڇڏ پِرين پَرڏيهہُ تون،
ميان، ڏکَ اَوهان ٻاجهون ڏريان.
دوستَ رهہ هِن ديس ۾،
ميان، سرُ منجهُون سوُرن ڀَريان.
لَڪَ سَيَئِي ويتي لنگهيَس،
ميان، پوريم اوريان پَريان.
ساڻ چرخي چتَ جي،
ميان، ورهَ جا ڏاڳا وريان.
سِرُ "سچو" چَوي پانهنجو،
ميان، دوست تو آڏو ڌريان.

## ڪافي

٢٣٨

آءُ تا ڪالهَ اُڏامِي، وڃي پَيَس پِرين وٽ!
هٿ قبوليم تَنهن جِي حلقہ بگوش غلامِي.
مِهر مٿو ئِي ناه ڪو، عاشقَ تِڄ تون آرامِي.
اصل لاڪُون اُن جو، هِي پاڃِي آهي پيغامِي.
ويَس برابر اوڏهِين، ويٺيس ڪين وسامِي.
مونکي ڪيائون پنهنجو، ”سچو“ يار سلامِي.

## ڪافي

### ٢٣٩

ڪڏهن اِيندين هِڪُ تِيندين،
نت نهاريُون سنديَئِي واٽڙيُون!
سانوَلَ ڪنهين سانگَ سان، اگڻ اسان جي ايندين.
اِهو اٿئون آسرو، بَديون تا بخشيندين.
ڪَنهين ڏينهن هِن ڏکيءَ کي، دوستي دلاسو ڏيندين.
پِرين نيندين پاڻَ سان، ڇَپَر تا نہ ڇڏيندين.
تُوري گهٽي ڏينهَڙي، گولِي ساڻ گَڏيندين.
پَکا پَکن سامُهون، اوري آٽي اڏيندين.
سو ڏينهُن تيندو ڪهڙو، ”سچو“ ڪري سڏيندين!

## ڪافي

### ٢٤٠

مَنُ موهي منهنجا جانِي،
گهٽا لايَئِي ڏينهڙَا!
صورتُ تنهنجي سُپرين، مورت ڪئِي مَستانِي.
پِرين اوهان جي پار جو، گوندر ٿيو گُذرانِي.
روز اَزل کَون ڏِنُوَ اسان کي، نيهن پنهنجو نِيشانِي.
اڳَٿ اسان جي آءُ پيارا، محب ڪريان مهمانِي.
پيريءَ جا ”سچو“ ڏينهن وسارج، ٿيئِي جَمالُ جوانِي!

## ڪافي

۲۴۱

يارَ سڄڻ ڪيئن سَرِي، تو کي اَسان ٻاجھون!
اسان نِماڻَن ڏي سھڻا سائين، دوستَ نِھارج وري.
توکي قدر ناھي ڪو، پَلو، چيتڪ ڪِيڙس چَري.
اَچي ”سَچوءَ“ جِي ايڏھين، سَندي دز ذَرِي.

## ڪافي

### ٢٤٢

ياد مون کي اَڄُ پيون،
مِتيون ڳالهيون سُهڻا تُنهنجيون!
رهيون آهن روحَ منهنجي ۾، ڪين وسِري سي ويون.
ويتا ڏسون ٿا واٽ اوهان جي، دوسَتَ دلاسو ڪو ڏيون.
”سچو“ آهي سَڱ تنهنجي جو، ميان نالِ نِباهي سو نِيون.

## ڪافي

### ٢٤٣

مون سان تو ڪَيون ڪيون، سُهٹا اُهي ڳالِهيون ڳالِهيون!
سي نہ وچن وسري، پيلو ميان،
چگّيون اَوهان جي چَيون چَيون.
اوهان پاجهوُن سُپرين، ميان،
نِيهن وهايون نَيون نَيون.
لِڪوُن ڪيون سين لوڪَ ڪَون، پيلو ميان،
پَدر اُهي اَج پَيون پَيون.
ڳجهيون سي ڳالهيون يارَ ”سچوءَ“ ڪَون،
ڪين وسري سي ويون ويون.

## ڪافي

### ٢٤٤

آءُ تا تنهنجڙِي آهيان، يار مون کي ڇو تو ڇَڏِين!
تون تا منهنجو آهين اَصل کَون، ڪنهن نہ ٻَئي در ڪاهيان،
هوتَ اِيندي هِتِ ڪڍين.
آءُ نماڻي عيبن هاڻِي، سَگَ نہ ساڻُوَ ساهيان،
پَکا اوري آڻي اَڏين.
توڙي سُڃاڻِين توڙي نہ ڄاڻِين، لالچ تا ٻِي نہ لاهِيان،
ساڻ گولِيءَ پاڻ گَڏين.
آءُ تا ٻانهي تون تا سائين، آءُ غريب سا ڇاهيان،
نانءُ ”سچو“ ڪري سڏين.

## ڪافي

### ٢٤٥

انهن جادوگر چشمن بيران ڪيو سين!

اِنهن نيڻن سندي نازن حيران ڪيو سين!

راتو ڏينهان دل کي هيءَ آهي پريشانِي،

اُنهن غَمزن پُڄهن رمزن ديوان ڪيوسين.

هَي هَي هيءَ فرياد وي يارو، ڪنهن کي سُٽايان،

خونِن هِن خمارن، مَستان ڪيوسين.

ميدانَ منجهه ”سچو“ تَهه دليون آيو آهي،

اِنهن تارن سَندي تِيرن نيشان ڪيوسين.

## ڪافي

### ٢٤٦

زاريون ڪَيو زار زار، ميان،
ويتي روئان، ٻَڙي جيڏيُون!
ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،
ياڪِي سو تيڙم يارُ، ميان.
راتو ڏينهان ڳالھ اِنهيءَ جو،
جيڏيون ڙي جِيءَ کي جار، ميان.
پاتو اَتم لَڱ پرينءَ جي،
ڳَلِ هَنجُن جو هارُ، ميان.
عاشقن کي سوز ”سچو“ ڙي،
آهي سَدا سِينگار، ميان.

## ڪافي

### ٢٤٧

مانَ پرينءَ پَهچائِي، هِي نياپو ڪو نيئِي!
ڳچِيءَ پائي ڪپڙو، پاڇياڻي پَرچائي،
حال ڏسي وچ هيئي.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، چِتُ نہ وڃُ مون تَون چائي،
يارَ اسان ڪان پيئي.
الله ڪارڻ آءُ تون سائين، پانهِي تِي پاڏائي،
بخش اسان کي پيئي.
اوهان پاجهون سُپرين، ويٺي سو ورهَ وسائي،
ڪانگ اڏائي ڪيئي.
در اوهان جي جي دلبر سائين، ”سچو“ تو سگ سڏائي،
ٻَڌِي پانهون پيئي.

## ڪافي

### ٢٤٨

هِنيون هوتَن هٿ آهي،
ڪيرُ چوي تا ناهي ناهي!
فَهَمُ فراستَ، عقل ارادتَ، نيهَن بِنا ناهي ناهي.
مست ٿيا مخمور اٿاهِين، ڪَل نہ پَئِي ڪنهن ڏاهي ڏاهي.
ڏوڙا طالِعَ ٿين اُنهن جا، يارُ جنِهان نون چاهي چاهي.
وسُ مِڙيوئيي يارَ سَڄَڻ جو، هيءَ نماڻي چاهي چاهي.
سَڳي سِياپو يارَ سَڄَڻ سان، ڪير ”سچيڏنا“ ساهي ساهي.

## ڪافي

### ٢٤٩

آءُ اسانوڻ يارَ تون، آهي هِتِ اَسان جو حالُ هِي!
اُباڻِڪو آهيان گهڻو تو ريءَ پِرين پرديسَ ۾،
آءُ مِڙيوئِي، معلومُ ڪر، عاشق سَندو اَحوالَ هِي.
آهِ اوسيڙو اوهان جو، شب روز اکڙين ۾ ميان،
جانِي سَندءِ مون جاڳندي، آهہ خواب ۾ بہ خيالَ هِي.
دوستَ تُنهنجي درَ اُتي، دونهين وجهي ويهِي رهان،
منهن ڏيکارج محب مون کي، نہ تہ آهہ ويهڻ هتِ وبال هِي.
دردمَند جي در پيهِي، آءُ دوستَ دل خوشحال ڪَر،
صدقي ڪريان سِرُ ساهَ سان، چا مِلڪ ۾ پيو مالُ هِي.
ويٺي نهاريان واٽَڙي، تنهنجي اَچڻَ لئہ ميان،
لَهُ سُڌِ سَنديَم ساجن اچي، نہ تہ آه جِيڻ جنجال هِي.
پاڻون پَري نہ ڪريو مون کي، ڪي دوستَ دلداريون ڏيو،
هوءَ تون سَدائِين ساڻ مون، آهي ”سچو“ جو سوالُ هِي.

## ڪافي

### ٢٥٠

آيو مُنهنجي گهر يار،
جنهن جي ڪارڻ مون تي ساتي سَنيايا!
در پيهي مون آئيو، اڄ دوستُ مِٺو دلدار.
سوئِي گڏيو سُپرين، هو جنهن جو جيءَ کي جار.
بلڪل ڪيائون پانهنجو، ڏنائون قول قرار.
معافُ ڪيائون مِهَر سان، مون تي هُئو ميار.
”سچو“ سرهائِيءَ ۾، ڇڏ روئڻ زارو زارُ.

# ڪافي

## ٢٥١

راتِ پرينءَ ڪاتي پيئي، اڙي ساتِي سُڌ ڏيجو!
پُڄاڻان پِرينءَ جي، حالُ اسان هِتِ هيئِي،
ساٿو تَڪيءَ هِڪ تيجو!
پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪانگ اُڏايم ڪيئي،
نال وٺي هيءَ نيجو!
عرضُ آرياڻيءَ ڪي، نانءَ ڏٿيءَ هِي نيئِي،
بانهون بَڌِي چگّيا چيجو!
”سچو“ پاران ساٿيو، ڪين ڏوراپا ڏيئي،
پيرين پانڌيو وجي پيجو!

## ڪافي

### ٢٥٢

دوست دلاسا ڏيئِي، ڏڪ ڏوڙو ورِي ڏيندئِي!

متان ويهين ماٺ ڪري، يار سَچَڻ سان تو پيئِي،

سان نيٽن دل نيندئِي.

مون تا ڏٺا ڪيترا، ماريا سي ڪَجلين ڪيئِي،

اڄ صبح تو وٽ اِيندئِي.

”سچو“ آڏو سَچٽان، ٻانهون ٻڌي آءُ ٻيئي،

سڀُ بديون بخشيندئِي.

## ڪافي

### ٢٥٣

هِيئَن مَ وِڄُ تون ماريون، هوتَ نماڻِيءَ کي، ميان!

سِڪ تُنهنجيءَ سُپرين، ڪوڪان هِن ڪي ڪاريون!

پِرين پَري چو وڃين، ٻارڻ دل ۾ ٻاريون؟

ٻاجهَ ٻاروچا تو پوي، سُڻِي ضعيف جون زاريون.

جايون ساري جيءَ ۾، ورهہ اَوهان جي واريون.

ميان مشتاقن جون، سَهُ آرياڻي آريون.

سک اُتي ٿيو سُپرين، ڏک هِتي ڏيهاڙيون.

راتو ڏيهان ٿو روئي، "سچو" تو کي ساريون.

## ڪافي

### ٢٥٤

سَڄَڻَ تُنهنجو بِرهہ باري، اَسان جِي ساڻ تو ياري،

آءٌ تا ٻانهِي تون تا سائِين، ٻڌي ٻانهان ڪِيم زاري.

اَچانڪ لَنئہ جا تو لائِي، پئِي، تا ڪَلَ نہ مون ڪائِي.

وٺيئي جائِي ڪَيئِي سائِي، پاتِي سُون ڳل ڳچيءَ ڳاري.

وڌو سين طلبَ ۾ توئِي، نہ هو هِتِ حال مون ڪوئِي،

چوان هِي حال ڪنهن روئِي، معلوم آهي تو کي ساري.

آلانِيون عشقَ جي لايون، ويون وسري سَيئِي وايون،

اسان جي طرف ڏي آيون، ڪئِي سڀ لوڪَ بيزاري.

لِکان ڪيئن ڳالهہ هِن دمَ جي، ڏاڍي آهي راهَ هِن غم جِي،

ملامَتَ ڪُل عالم جِي، اَسان تا اَصل اِختياري.

”سچو“ ڪَر سَوَ شڪرانا، پُڇي تا بِرهُ بيگانا!

توڙي هِتِ سي تيا ديوانا، مليوسين دوستَ هِڪواري.

## ڪافي

### ٢٥٥

يارَ مرشِد تنهنجون ديدان،
مشتاقن کي مارنِ ٿيون!
ڇڪي ته هٽڙ ٿيون ڇوهَ منجهاران،
ڪانُ بتيءَ جو بَڇائن ٿيون.
ڏسڙ سان ڏور وجهن ٿيون،
دام دلينِ جو دپائن ٿيون.
شهبازن جان ڪَرن ستونا،
گهورَ اُنهيءَ سان گهائِن ٿيون.
جاڏي چڙَهن تاڏي بِره بُراقان،
پير رڪيب نه پائن ٿيون.
”سچو“ جهڙا سَوين هزارين،
ڪي ئِي ڪُرنش منجهه ڪنبائِن ٿيون.

## ڪافي

### ٢٥٦

آيا ڏٺو، آيا ڏٺو، ڇڏ ڪي پانڌِي آيا!
پرينءَ ڪي هِن پارَ ڏي سَلِ ڪي ساٿِي، سَعيا!
طرفے اسان جي ڪَهُ ڙي ڪانگلَ، ها روح سندن جا رايا!
وري سگهو ميان ونءُ اوڏاهين، جو سُورن اَسين ستايا.
”سچو“ ساري ميان گهٽو سنيارَ، سَڄَڻ پِي ڪي ئي سِڪليا.

## ڪافي

### ٢٥٧

چَشمن يارَ جي مون تي، چئ جا چوٽَ چلائِي!
درد مندن جِي دل اَچانڪ، آٽي عشق آڙائِي.
اسان نماڻن تي روز ازل کَون، چَؤ، تَنهن جي حُسن هلائِي.
ٻنِهي اکڙين سيف ستم جِي. چَو جا آٽي چمڪائِي.
بَڙچِي بِرهَ جِي سِيني اَندر، ”سچو“ هِن خيالُ کُپائِي؛

# ڪافي

## ٢٥٨

منهنجي زاري زاري، سُهڻا سائين تو سان!
معلوم تو کي ڳالھ اسان جي
يارَ سڄَڻ سا ساري ساري.
هِيءَ تا هيٺِي واءُ وهيٺِي،
بِره اوهان جو باري باري.
دوستَ هِئين ۾ يار سمائين،
گهوٽَ نہ وجهج گهاري گهاري.
اَصلَ لاڪون آهي اوهان سان،
يار اسان جي ياري ياري.
طرفون تنهنجي يار ”سچوءَ“ کي،
آهہ ڳچيءَ ۾ ڳاري ڳاري.

## ڪافي

### ٢٥٩

يارَ تو سان ڪي تا ڏينهڙا لَنگهايَم!
راتيان ڏينهان سِر تي ڪيئي، ڏکَ جا مينهڙا وسايَم.
پُڄاڻا اوهان جي ڏاها، ڏايا سي پور پِرايَم.
سِڪ تنهنجي سُپرين، سارا ئِي سورَ سلايَم.
پِرين تنهنجي پارَ جا، ڏيهاڙي سي پنڌڙا پُڇايَم.
”سچو“ سي ئي آيا جَن لئہ، فالان تي روز وجهايَم.

## ڪافي

### ٢٦٠

ساڄِي منهنجي يارَ کي،
ساري ڏيج سلام!
پِرتَ منهنجي روز اَزل کان، تو سان مُحب مُدام.
چيِئي مَڪا هُئَو يارَ سَچڻ، ميان، اَچڻ جا اَنجامَ.
اَوهان جي نِي يارَ اَچڻ جا، هُلَ پَون هَنگامَ.
”سچوءَ“ جيها ڪيترا، تنهنجي در غُلامَ.

## ڪافي

٢٦١

تو سان يارَ سچڻَ منهنجي پِرتَ اَصل ڪَون پيئي.

اَصل اسان جو عشق توئي سان،

ڪوڙيين آهن ڳالهيون ڪيئِي.

ڪڏهن مُڪو ڪونہ اسان ڏي،

ڏکين نياپو ڏيئي.

اَسين توئِي سان هِڪ ٿينداسين،

وچون وائِي هِجر جِي ويئي.

سي ئِي سانيِج ڳالهيون اَسان جو،

جانِي ڪيڙم تو سان جي ئِي.

جي ئِي ڪَيا هَم قولَ توئِي سان،

”سچو“ پاڙيندس سي ئِي.

## ڪافي

٢٦٢

ويهي هِتي ڪِيئن وسارين؟

پِرين تو کي پاڻَ پُڇَڻ تا!

”جيهو تيهو آهہ اسان جو“، چئہ جو دوستَ چون تا.

ڪڏهن ماندو متان ٿئين تون، تنهنجي اڱڻ اَچَن تا.

جڏهين ٿين ٿيون هُتي پچاران، تڏهن هِتي پورَ پون تا.

پِرين تو کَون پَري نہ آهن، ويڙهي چَڻُ تہ وسَن تا.

ماندو مَتان ٿين، خوش ٿِي ”سچو“، هو اَچُ گوش گذارن تا.

## ڪافي

۲٦۳

مانَ پِريَن کي پوي، ڪَنِ فرياد اَسان جِي!
عشقَ جو ماريون سُٽو سَيِيئِي،
اديون ڙِي ناهِيو اوي.
هن نماڻِيءُ جو يارَ سَڄڻَ کي،
حالُ وڃي ڪو چوَي.
هِيءَ تا تَنِ رِيءَ راتو ڏينهان،
راند روئڻ جي روي.
در دوسَن جي ڪيئي آهن،
”سچوءَ“ جيها سَوي.

## ڪافي

٢٦٤

ساڻِي تون يارَ مُنهنجي ڪي،
نيئِي پَهچاءِ سَنيهو هي!
تہ ”قيد الماءِ“ جي قسمت، وڏِي،
دوري تو ڪَون مون ڪي.
سي پاڙج واعدا پنهنجا،
ڪيا هُيئي يارَ جانِي جي.
ڪتابَن ۾ وڌم مُنهن تي،
تہ تي خورسَندگي حاصل،
لڳي دل اوچتِي تو سان،
وساري بِره بي تي ٿي.
مون کي تو تا فراقِي ڪيو،
اِها فرياد ڪنهن کي ڏيان؟
هو جي ڳالهيون ڪِيُئي سانولَ،
”سچوءَ“ کي ياد آهن سي.

# ڪافي

## ٢٦٥

آءٌ تا روز روئان ساريون،
سودا تُنهنجِيون، وو، ڳالهڙيون ڪيتَريون!

ڀُڏي ورج، وَلها، زور منهنجيون زاريون.
سِڪَ سَنديَوَ ڪَيون، جِيءَ اندر جاريون.
راڻا رُسَڻ تانهنجي، ڪُوڪان هِتے ڪاريون.
ويتِي ڳَرهيان ڳالهڙيون، هَنجون هِتے هاريون.
جيڪي جايون جِيءَ ۾، وِره تنهنجي واريون.
”سچو“ سَهندا سُپرين، عاجِز جِيون آريون.

## ڪافي

### ٢٦٦

حالَ منهنجي هاءِ هاءِ،
تو ريءَ لَهَن هِي ڏينهڙا!

آهي هن اَحوال تي، وَلَها تان واءِ واءِ.
دوستَ تنهنجي ديسَ جي، اُڪَنڊ اَسان کي آهِ.
ڏِسيو ڏهاڙِي روئان، جاني تُنهنجي جاءِ.
ڪاڪ نہ لڳي ڪَس مون، سوڊَل تنهنجي ساءِ.
سوڊا سَتاري ڪري، پيرَ اَگَڻ مون پاءِ.
درد مَندن جون دانهڙيون، والِيءَ لڳِي ورناءِ.
سوالَ "سچوءَ" جا سُپرين، تون لالَن دل سان لاءِ.

## ڪافي

۲٦٧

ميندرا، آءُ ميان، هِتي ويٺي ڪانگَ اُڏايان!

تو ساريندي سُپرين، هِتي سودا ساهُ ڏيان.
راتا رتِي راز جِي، ڪا جا آهي هِيان.
ڪامِلَ ڪَنڌيءَ ڪاڪ جي، آءُ جانِي ڪيئن جِيان.
شال اوهان جو اَچِڻي، ”سچو“ نِيهُن نِيان.

## ڪافي

٢٦٨

راڻي سندو رازُ، مون سان ڪيڏوئِي آهي!

ڪاڪيون آڏو ڪاند جي، نتو وڻي نازُ.
پانهان پانهِن جان پَڌي، ڪَرڻ نِت نيازُ.
هي هي آهي حُسن جو، ماريُون، غَمُ غمازُ.
”سچو“ پِريائِڻُ پِرينءَ جو، آهي ساڻُ ايلازُ.

## ڪافي

### ٢٦٩

مون کي تنهنجي سارَ سنيار، وو،
ڇَڏ رسامـا تون، آءُ منهنجا يارَ، وي!

ڏوهُ نـ ڪوئِي تو ڏيان، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
سِڪَ سور اخان مون ڪيا، هِينئڙي منجھ هزارَ.
موٽُ مَران تي مينڊرا، بِرهِي چاڙهيئي بارَ.
ويٺي ڪري ڪاڪ ۾، هيءَ ويچاري ويچارَ.
"سچو" سي ئِي آئِيا، جي دل گهُريا دلدارَ.

## ڪافي

### ٢٧٠

منهنجو سوڍلَ سارئِي ساهه، وو،
راڻا رُسامَن سان ماريئِي!

ويٺِي ڪَڙهان ڪاڪِ تي، آڻيندوءِ الله.
هِن مُئِيءَ جو ميندرا، توکي ڪيهو پَرواهُ.
سندو اَچڻ تانهنجي، روز نهاريان راهُ.
گهَڙِي اوهان جِي تِي گهُران، چِتَ اَوهان جو چاهُ.
مِهر مَتو تو ناهِ ڪو، جيڪُس منهنجو بَختَ سياهُ.
ڪوڏئون قُربانِي ڪري، ”سچو“ ساهُ پَسَاهُ.

## ڪافي

۲۷۱

پئِي پيش پرينءَ کي پاڻَ،
آءٌ چونديَس هَلِي حالُ هي!

تو تَوَن آهي مينڌرا، ڪاڪ ساري قُربان.
دل کي ديوانو ڪيو، ڀڳڻ تنهنجي ڀاڻَ.
نامِيان ڏِسجِ ننگَ ڏي، آءٌ تا تِيسِ اَچاڻَ.
آندم هيٺِ عتابَ جي، مون کي پنهنجيءَ چاڻَ.
”سچوءَ“ سَندي ساهَ کي، تانگهه ايڏاهِين تاڻَ.

## ڪافي

٢٨٢

مون کي ڪانڌَ بنا هيءَ ڪاڪ،
ڪوڙي آهي، نِي وو، ڪاڪيون!

سوڍلَ پاجهون سرتيون، هيءَ مَري تي مُشتاق.
منهنجو ساهُ سُڌير تئي، اَچي جي اوطاق.
سَقري آهي سونَ کَؤن، خاصِي ڍَٽَ جِي خاڪ.
سُڌ اَچِي لَهُ تَنهن جِي، جا چُور ڪَئِي چوطاق.
وِجهي ويچاريءَ ويو، اَديون ڙي اولاڪ.
تَنُ "سچوءَ" جو عِشق اوهان جي، چِيري ڪَيَڙو چاڪ.

# ڪافي

## ٢٨٣

آءٌ تا ڏيهاڙيون، زارو زارُ، ساريو روئان تي هٿ ڳالهڙيون،
گهٽيون گهٽيون!

ڪڏهن هُئڙوَ سُپرين، پاڇياٽيءَ سان پيارُ.
ڪامِلَ آهِيان ڪاڪِ ڪَؤن، تو بِنا بيزارُ.
اِيندو هئين اَڌ راتِ جو، ڪاهي ڪَرهُ سوارُ.
ماري مون کي ميندرا، وَلَها هِيءُ ويچارُ.
وَسي تنهنجِي ورهَ جو، بادل هِتِ بِسيارُ.
ڏسي وڏ وڙائِي تانهنجِي، هو ڏکِيءَ کي ڏهڪارُ.
”سچو“ سگ اوهان جو، تنهن ڏي نيڻَ ڪٽو نِروارُ.

## ڪافي

### ٢٧٤

وَلها ورِي آءُ،
مون ڪَؤن موٽُ نہ ميندرا!

ميان مون سَان نہ مَتين، سوڍل سائين ساءُ.
رکي شريعت شانِ سان، هيءَ ڪميٽِي ڪاءُ.
هو جي اَچي ڍِٽَ ڏنهُن، وَٽي اُهو مون واءُ.
هَي هَي هِن حالَ جو، لَهُ سائينءَ لڳِ سَماءُ.
”سچو“ ڪنداسي سِگهڙو، پاٽَؤن جاٽِي پَرچاءُ.

## ڪافي

٢٨٥

اَڙِي جيڏيُون منهنجو جِيئڙو، وٺيو سَڄَڻ وجي!

چَرخي مُنا تاڙيون، پينَر سَيڪائِي پَيي.
درد منديءَ جِي دل اهائِي، مَتي نہ ڪَنهنجَڙي مَيي.
طَرفي تُنهنجي يارَ "سَچُو" ري، سوز نہ پنهنجڙو سَيي.

## ڪافي

### ٢٨٦

تو ڏي هُيَن ڪا تياري،
اِجهي اَڄُ سي اِيندئِي، ميان!

رکج وڏو آسرو، جي تو محبت ماري،
اُهي نال تہ نيندئِي، ميان.
اَچِي اَگڻَ تانهنجي، ڏيندئِي سي دلداري،
سَنوان طالِع ٿيندئِي، ميان.
وٺي گهَٽي يارَ کي، زور نہ زياده زاري،
وري پوءِ نہ ويندئِي، ميان.
آهي هَٿِ حَبيب جي، ڳالھ ”سچوءَ“ جِي ساري،
ڏاڍا ڏاڻ سي ڏيندئِي، ميان.

## ڪافي

٢٧٧

هيڏي اَچَڻ جي آھ، ڙِي، پانڌي يارَ پِرينءَ ڪي!

پِريان رِيءَ پَرديسَ ۾، آھي اَسان سان ھاءِ ھاءِ، ڙي.
وِهَڻ ڪارَڻ يار سَڄَڻ جي، چِتَ ۾ جوڙِيَم جاءِ، ڙي.
پوتيون هِتَ پِتايان، لَڪَين لالَن لاءِ، ڙِي.
سِڪ سَڄَڻ جي ساهَ ۾، ساتِي تا نہ سَماءِ، ڙي.
سالَ ”سچوءَ“ کي آھي ئي، دوسن جِي واءِ، ڙي.

## ڪافي

### ٢٧٨

روبو حالُ چوان، اَلا! جي اَوتِي آيَم اوڏاهون!

پايو پاندُ ڳچيءَ ۾، آءٌ پيرين تَن پَوان.
سَرتيون اِنهيءَ سوزَ جِي، ناهي سُڌ اَوهان.
سُکن مَتي ڪينڪِي، آءٌ مَتيان سورَ سَنوان.
سَجَڻ سَجَڻ تِي ڪريان، بيون لاتيون ڪِين لَوان.
جوشَ تَنهن جا جان ۾، مون کي آهِن نِتُ نَوان.
”سچو“ اکڙين مان تِيا، ريلا رتَ روان.

# ڪافي

## ٢٧٩

پِرين مُنهنجي اڱڻ، الله توکي آڻيندو!

اَچڻ سَندي اُن جي ڏينديون واڌايون، مبارڪَ جَڳُ ڏيندو.
وري وسائج پنهنجِيون جايون، ڏورو مون تي لڪَ ڏيندو.
پَلو پنهنجا هٿڙا ڪري پلايون، لِڱِين مون لائِيندو.
خَبران ڪِيئَن جون اَسان ڏسي آيون، توکي پِرين ساڻُ نِيندو.
ويو فِراق فَنا ٿي وصلَ ڏيون وايون، ”سچو“ نانوَ سَڏيندو.

## ڪافي

٢٨٠

آئين سو ڳالھ سُڻائين،
وَنھيا ڪانگَل، تون پَلِي آئين!

خط جو آندوئِي يارَ سَڄَڻ ڏھون، ھلِي سو نال پَڙھيائين.
آءُ تہ جوڙيئين جاءِ اکين ۾، اَڄ اوڏاھون آئين.
سِگھڙو سِگھڙو آءُ اَسان ڏنھُن، ڏينھن گھٽا چو لائين.
اَڇو اَڇو تون چو نہ اَچين تو، محرم راز رلائين.
نانوَاَللہ جي يارَ ”سچوءَ“ کي، محبن ساڻُ مِلائين.

## ڪافي

٢٨١

وعدو ڪِيئن وساريُوَ،
پَلا سائين، ڪيئي ڳالهيون ڳالهيون!

اَسان نماڻن سان يارَ پيارا، ڪو ڏينهن مانَ گُذاريُوَ.
ڏڪَ ڏيئي وَئين اڳي ڪَؤن اَڳرا، وري نہ پوءِ نھاريُوَ.
هيڏانهن هوڏنهن چِني اَسان کي، پنهنجِيءَ ڪَدَ قطاريُو.
آتڻ چَرخو ويني چوريُم، ڏيئِي سو عِشق اُڏاريُوَ.
سيِ ڪنهن ساعتِ سانول سائِين، "سچوءَ" هِتِ سَنياريُوَ.

## ڪافي

### ٢٨٢

جو تو پير پَري آئين،
تنهنجي توري هڪ نَتِي پُڄان... اَلا، ميان!

عاشقَ هِتي لَکين هزارين، لَئون اسان تو لائين.
عَيب اَسان ۾ آهن اَپارين، اِهي پَلا ڪيو تو پائين.
ڏوهَ ڏنگايُون ڏسي اَسان جون، چِتُ نہ اَسان تَؤن چائين.
راتو ڏينهان يارَ اَوهان جا، ڳُڻَ ”سچو“ تو ڳائين.

## ڪافي

### ٢٨٣

اَڙي اَلو اَلو، رانوَل آيو راڄَ ۾!

ويَڙا سورَ سندو ڪري، اَڄُ پينرَ ڏِيَڙم پِلو.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ساعت ڪنهن نہ سَلو.
ڳالهہ نہ ڪريو ڪا ٻِي، هاريون اَوهين هَلو.
ڏهاڙي ڏسڻ ڪَؤن، وارُ نہ پَوندو وَلو.
اَصل آهي اُنهن سان، روحَ منهنجي جو رَلو.
”سچو“ گڏيو سَڄڻَنِ، ڪَرَن لَڳو ڪَلو.

## ڪافي
## ٢٨٤

سومرا سائين توکي، وو،
ڳالهيون چونديَس آءٌ حالَ جون، هوءِ هوءِ!

عمر اباڻي پارَ ڏي، ڪِرڙ ڪڪوريا ڪي، وو.
ڪوڪَڙ چونديان ڪانڌَ سان، پٽ چڙهي پيڪي، وو.
سِگَّرَ کِيَن سقڙا، سَئين جا سيڪي، وو.

## ڪافي

### ٢٨٥

جاليم جن سان تي، وو، تا مارو ڪيڻ ويا؛
هوءِ هوءِ حالڙو ڪنهن سان ڳريان!

پَڪا پتي اُتهون ويا، پَرئين پندِ ڪٽي.
راتو ڏينهان روح ڪي، اوڏنهن گهُرَ گهٽِي.
گهڙي جا هِتے گهاريان، سا ويڙهيچن نہ وٽِي.
جهليان شالَ وچِي، اُن پَنهنجن جِي ٻہ پٽِي.
مون من ماندو مارئين، چاٽي هڪ ڏٽِي.
پڪا پانورَ ڪنڏئين، هو ويتا حال هٽي.
جدائيءَ ڪَون جهانگيئڙن جي منهنجِي باٻِ ٻٽِي.
”سچو“ سنگهارن جا هِتے ويتِي ڳڻ ڳٽِي.

## ڪافي

٢٨٦

ڪانگل ڏج سنيهڙا، مان ويراڳڻ آهيان!
اوهان ڀاڄهُون آءُ گهٽيري، مَحلَن ۾ مُسجان.
قسمت قيدالماءِ جي ايرادي آهيان.
چانور چا چورمان، آچِن نِتے نوان.
ڏَونرا پُسيون ڏيهَ جا، ساريون هِتے رئان.
زهر پيالا سوز جا، اوتيون آءُ پيان.
اوهان ڀاڄهون سپرين، مَران آءُ ڪِي جيان!
ڏکَن ڪارڻ ڏيهَ ۾، نِپايَس اَوهان.
”سچو“ اَکڙين مَؤن، ميان، هاري رتُ رئان!

## ڪافي

٢٨٧

متان منڌ مارُن تَون، وهين آسرو لاهي!

بَندُ تُنهنجي بابَ ۾، اَصلَ ڪؤن آهي.
سَگُّ اسان جو سومَرا، ڇِنَڻ جيهو ناهي.
پِرين نِيندا پاڻ سان، سِگر ڏي ساهي.
نِيَرَ هِي جي نِينهَن جا ڪير سگهي لاهي.
رکج منهن مليرڏي، تاهه نہ ٻِيو تاهي.

## ڪافي

٢٨٨

وري آءُ وطن، منهنجا ساريون نيڻ سِڪَن،
موٽ سلامت سپرين!

اکڙيون اوهيرا ڪَري، واٽ ڏسيو وجهلَن.
پِرين پرديسن لاءِ، جهوريءَ نيڻ جهِجَن.
عمر اَباڻي پارَ ڏي، وچون ٽيون چمڪَن.
ميڙائي جا مِينهَڙا، ويجهو شال وَسَن.
الله آندا مون پرين، دارون درد مندن.
”سچل“ سِڪَ سبيل تِي، پارئون جا پِريَن.

## ڪافي

### ٢٨٩

مون تان چيو تو اڳهين، نہ تون دل قاساءِ!
آهون دانهون چو ڪَرين، سَہَر سيڻ سَنداءِ.
ڪُڇ ڪنهين سان ڪينڪي، ٻولِي ٻي نہ ٻڌاءِ.
وچڙيا ڳَڌُ ڳَڌي پِرين، ڪو والي ورق وراءِ.
توري گهٽي ڏينهڙين، ڪندءِ ماڙ خداءِ.
سانگِي ويڙا سانگ تي، پنهنجي سانگِ سُٽاءِ.
پاٹُون چاڙِي پريت مؤن، ڪوه ڪَرين هاءِ هاءِ.
”سچو“ سُپرينءَ لاءِ، ڪوڙين ڪانگَ اُڏاءِ.
تو پئي ساريو جن کي، تن پِيي سِڪَ سندياءِ.

## ڪافي

٢٩٠

مارن ڏي آءُ وڃان وڃان! هادِي اَلله، الو پلو!
لاوان لهنديس ڪيتے پنهنجي سان.

سرتيون ٿينديون مون ڇَيان ڇَيان.
ڪَڍ بندياڻي بند مؤن، ڪُرفے ڪڙا ٿِي پَيان پَيان.
واتَ جنهين ڪؤن سانگِي ايندا، سائِي واتے مان وڃان وڃان.
”سچو“ سائِل آهي اوهان جو، سِرُ سائينءَ اڳيون سَيان سيان.

## ڪافي

### ٢٩١

لَڇايان نہ لوئِي، وو،
عمر آنديم جا اوڏاهون!

جي تا ملڪَ ملير ڏنهن، قاصِد اَچي ڪوئِي، وو.
سارو سنگهارَن ڏي، حال منجان روئِي، وو.
وجهان ٻَرنديءَ باهه ۾، شالون پَٽے سيوئِي، وو.
ڪتِي ڪَنيَم ڪِيئن جي، اَڌو ٻَند جا هوئِي، وو.
آنديم ڪٽِي ڪوهَ تؤن، آبِ پَري اوئِي، وو.
پِيَڻ ڪاڻ پنهوار جي، ڪَلي مُون تان ڌوئِي، وو.
اهڙي اڳي ڪنهن نہ ڪئي، جهڙي ڪيڙي توئِي، وو.
مون سان مدد ني ڪندو، ”سچو“ صاحب سوئِي، وو.

## ڪافي

### ٢٩٢

ويتا منهنجيون ڳالهيون ڪن،
هُتي ماروئڙا بہ ملير ۾!

عمر آنديئي مارئِي، تاسفي ڏيئي تَن.
سَدا آهنِ سومرا، مارو منهنجي مَن.
مون جيڏيون ملير ۾، چانگن پاسِ چَڙن.
چڏي پانور ڪنديون، مَنَهيون اوري اَڏن.
”سچوءَ“ جي سَريرَ ۾، ويڙهيچا تا وسن.

## ڪافي

### ٢٩٣

غم ۾ ڪِيئن نہ گذاريان، اَديون، تن وڇوڙن مون کي ڏينهن پيا!

ميان مُلڪَ ملير ڏي، ڪنيو نيڻ نِهاريان.
پَڪا پنهوارن جا، ساعِتے ساعِتے سنياريان.
راتيان ڏينهنان روح ۾، ساهيڙين کي ساريان.
وَسُ جي هو ڪو منهنجو، گڏ هُنِ پاڻ قطاريان.
پَتے پنهنجِي پاٽهين، پنهوارن سان پاڙيان.
ياد ڪيو سي ڳالهيون، پنهنجو پاڻ تي ڳاريان.
موڪل ڏينم متين مِڙان، گهڙي هِتے نہ گهاريان.
ٻَڪَر ٻاٻاڻن جا، ڇَهرائيءَ سان چاريان.
جي مون روحَ رڳن ۾، ويڙهيچا نہ وساريان.
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، عمر شال اُجاريان.
حال پَسي هِيءُ پانهنجو، ماروئڙن لڳے ماريان.
پَٿَے پتِيهَرَ گهَوريا، طولَ پايان تلواريان.
ڪَرَ لَهَڻ لَئَ ڪانگَڙا، اوڏنهن روز اڏاريان.
”سچو“ سنگهارن کَؤن، هِي سِر هڏ نہ واريان.

## ڪافي

### ٢٩٤

شالَ نہ وِساريِن، مارو مون ڪَي، شالَ نہ وِساريِن،
-درد جنين جو آهي دل کي!

اَنئِي پَهر اوڏهون، نيڻَ تا نهاريِن.
پَهون پنوهَرَ پانهنجا، ويجها وهاريِن.
جوڙُ اسان جا جهوپڙا، ماڙيون تيون ماريِن.
هَردم طلب جون تَن ۾، تارون تنواريِن.
سنگهارن جون ساه کي، ڳالهيون تيون ڳاريِن.
”سچو“ ساريِن جن کي، سي پِي تو ساريِن.

## ڪافي

### ٢٩٥

پَلپَل پونم پُور، عمر تن ماروئڙن جا.

دمدم منهنجي دل ۾، مارُن جا مذڪُور:
سرتيون سورن جا.
سانگيڙن کي سدا مان ساريان، هنيڙي هونم هُور،
پل پل پنهوارن جا.
منِ مَچائي "سچو" ويا سانگِي، دونهن جا دستور،
خاصَن کورن جا.

# ڪافي

## ٢٩٦

پاڙيچون نِي پرينءَ جو، مون کي پُور اڄ نِي پيو.

انتر جنتر مَون ٿي، هَي نيهڙي نيو.
جيڪي چيو نجوميءَ، سو تا صحيح ٿيو.
چرخو يَڃي چيهاڙيون، مون ٿي ڪاڪيون ڪَيو.
هِن جان ٿئي جميعت، لالَن جي پائي ليو.
ڪو ڏس اچي پريئن جو، هِن ڏاه کي ڏيو.
جي در اچي سو دلبر، تا جيءُ، ”سچوءَ“ جو جيو.

## ڪافي

٢٩٧

مارو مون کي نہ وسارين، آهيان اُنهن جي! ميان.

درد جنين جو دل کي، ڪَرم سين اُڪارين.
اٿي ئي پَهر اوڏهين، تا نيڻ نهارين.
هردم طَلب جون تَن اندر، تارون تنوارين.
"سچو" سارين جن کي، سي پيي تو سارين.

## ڪافي

### ٢٩٨

هلي هھڙي حال، ميان،
وڃي ڏوٿن کي ڏسان!

پيڪَن مون پھچائين، ڀلا پنھنجي ڀالِ.
منھنجو ماروئڙن ريءَ، جِيڻ آھي جنجال.
ھھڙي وڇوڙي جي، ڪنھن سان ڳرھيان ڳالھ.
ھُئڻ سدا خوش سومرا، مارو پنھنجي مالِ.
”سچوءَ“ جي تہ سَرير ۾، مارن جِي آھ قالِ.

## ڪافي

### ٢٩٩

ڏوتن کؤن نہ ڏور، آهيان جيڏيون.
آءُ اوڏي ان کي! سائين الا.

ناهيان ٻاهر تن کؤن، ميان، هڪڙوئِي دم دور.
”اَلاِنسانُ سِري وَاَنَا سِرهُ“، دوسن جو دستور.
هِي مڙيوئِي آهي تان، ميان، مارن جو مذڪور.
”سچو“ سا پُڇ ڳالهڙي، ميان، مارن جِي مَستور.

## ڪافي

### ٣٠٠

مارو تر تيام، پلو ميان وو، ڏيان ڏوراپا آءٌ ڪَن کي!

سي پاريندئَس پانهنجا، ميان، جي هُتِ قولَ ڪيام.
چڱي مُلڪ مَلير جو، پَرينءَ وس ويامَ.
گهوريا پَري ڏينهڙا، جي پنهوارؤن پيام.
سنگهارن جي اَچڻ جا، ميان ”سَچو“ سَنيها سُيام.

## ڪافي

### ٣٠١

روئان زارو زار، يار،
مانَ مارُن ڪي ملان آءُ!

ڏيان ڏوراپا ڪن ڪي، پَري ٿِيَم پنوهارَ، يارَ.
وٺِي ويڙا پاڻ سان، منهنجو ساهُ سَنگهار، يارَ.
اهو اتم آسرو، ايندم اَجڙوار، يارَ.
ڪَندا مُهڙ مَلير ڏي، رڻ چڙڏي ريدار، يار.
سو دم گوندر گذري، جو دم اُن ريءَ ڏارَ، يار.
روئي رتُ اکين جا، جهونا ٿيا جهالار، يار.
وجي بُڏنديس اُتَهين، سندي پنهوارن پُڪار، يار.
رکي ويڙهيچا ويا، مونهين سر مَيار، يار.
پيڪين مُون پَهُچائيين، سومرا سردار، يار.
راتو ڏينهان اوڏهين، ”سچوءَ“ ساهَ سنيار، يار.

# ڪافي

## ٣٠٢

ساريان آءٌ تا لوءِ، پنھنجي جون لويون،
عُمر گھوريا ھِي پَٽَ پٽيھرَ، ميان!

ھُتے ويڙھيچا، وو، ويٺا ورھائن ڏيھاڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.

سنگھارن ڏي سوز سنيھا،
آءٌ تي روز مُنجان رويون.

ڪنديون ڪوڪَڙ سَنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن ٿا ھِتے پيڪا پويون.

صبحَ سانجھيءَ ڪَٽَن خوشيءَ سان،
اُھي سي تا آبِ پَريون اويون.

پاندين پائِن پُسيون، ساڳن سِگَر سَنگھارَ،
"سچو" سي سويون.

## ڪافي

### ٣٠٣

گھوري ھِيءَ جدائِي، اڙي ميان، پنھوارن پاجھُون پُورَ پيا!

صبح ويلي ميان سومرا، الا سائين، خبر اھا مون آئِي.
لنگھي مُلڪ مَلير جو، ويَڙئي ويڙھ سَيائِي.
پانورَ ڪنڌئين ڪينڪي، وھندا ساعَت سائِي.
ڪنَين ٻُڌان ڪِينڪِي، وري اِھا شَلَ وائِي.
ڏوتي پنھنجي ڏيھَ مَون، ڪَندا ڪِيئن نِوائِي.
عمر اَباڻا ڏيھ ۾، سَرھا ھُونِ سَدائين.
موتِي نہ وجَن اُوڏھِين، جن جِي سِڪَ سَمائِي.
ھوءِ ھوءِ ھِن جي حالَ تي، پاڳيا ڪرن پِلائِي.
”سَچو“ سندن ساڻَ ۾، ڪَري مَرُ تہ گدائِي.

## ڪافي

### ٣٠٤

هو جي ماروئڙا ٻيهر مانَ مِلن،
شالَ الله اوراهون ڪَندن، سانگي سانگ سَندن.

ويتي آهيان واٽ تي، مَنَ اَچو حال پُڇَن.
پَڪا پَڪَنِ سامهون، اوري آٽي اَڏنِ.
انهن ڪارڻ جيڏيون، منهنجيون اکيون رتُ رُئَن.
اَصل لاڪون آهي، ”سَچو“ سَگ سَندن.

## ڪافي

### ٣٠٥

مارو اُهي مِلِيامَ، عُمر ڇامَ، وو،
طَلَبِ جَنِين جي آهي تَن کي.

ڪَرَم ڪَيائون ڪيترا، ڏوٽِي هٿ ڏنامَ.
هِتِ جنهَين کي، هُتِ ٻي تن کي پيو آرام.
پاڙِيائون سي پانهنجا، ميان، ڪَيئون جي انجام.
طالع وارا تن جي، گولن جا بہ غلام.
ڪاڏهن ”سچو“ سالڪان، ميان، ٿِئي طَلَبِ تمام.

## ڪافي

### ٣٠٦

ڏوراپا ڏيئِي، ڪنهن هَٿ مُنجان، وو، ماروئين!

وساري ويهي رهيؤ، حال ٻُڌي هيئِي.
مِڙي اَچو مون ڳَري، آهِيو جهانگِيڙا جيئِي.
لَهو سُڌِ سَنگهار جِي، جي آهيو اَتيئِي.
”سچو“ ساريَؤ ڪِين سا، جا ويڙهيچؤن ويئي.

## ڪافي

### ٣٠٧

راتِ مُڪَم روئِي،
ساري سلامَ سنگهارن ڏي.

اکيون اباڻي پار ڏي، بيٺيون جهُڙَ جهوئِي.
اَباڻَن جي آسري، لِيڙون تِيَم لوئِي.
ونڊن وِرچن پاڻ سين، ڏؤنرن جِي ڏوئِي.
لِکِي ڪاغذ مُون وڌو، پَکيءَ کي پوئِي.
ڪي ڏينهن ڍويَم ڪيتے سان، آبَ پَري اوئِي.
اَوهان پاجهؤن ڪونَڪو، ڪَل لَهي ڪوئِي.
مارو ملندو مارئِي، ”سَچَل“ کي سوئِي.

## ڪافي

### ٣٠٨

ڪاڏي ويَڙا، وو، پِرين پاڙيچا!

جاڏي هَليا، تَهدِل تاڏي، هَلُ تون هِنيڙا، وو.
محبن مون سين عَجَب جيها، ڪيئي ڳُڻِ ڪيڙا، وو.
ڳوندر ڳاڏائون ڏينهڙا، هِتي جالڻ جيئڙا، وو.
هِن اَجايا اُنهن ٻاجهون، جي پلڪ پيڙا، وو.
”سچوءَ“ سَندا سانوَل ٻاجهون، هي حال هَي تيڙا، وو.

## ڪافي

### ٣٠٩

آئين هَلِي هِن جاءِ، وي،
هِڪ ساعت ڪارڻ تون سانگِيڙا!

ڪا گهَڙي نيباهُ نہ جاڻج، پيچ نہ تَنهن سان پاءِ، وي.
”الدَّنُيَا سَاعَةُ“ اِهو نُڪتو دل سان تون لاءِ، وي.
جاڏنهن آئين تون وڻجارا، وري وڃَڻ اوڏنهن آءِ، وي.
دنيا ۾ دَمَ ڪيئي گذاريئي، ”سچو“ سچڻ جي ساءِ، وي.

## ڪافي

### ٣١٠

اوڏاهُون آيا، مون ڏي عتابَ اَباڻن جا.

هي ڏيهُ وِيَڙُءِ وِسري،

اِتي ڏينهن وجي تو لايا.

ياد اسان کي ڪِين ڪيڙئي،

منجهائينءَ مايا.

ڏينهن اسان ريءَ گذري،

ويَڙئي سيے اَجايا.

گهٽا مِينهن مَليرَ ڏي،

والِيءَ وري وَسايا.

تُنهنجي ڏسڻ لئہ،

هِتے سانگِي سِڪايا.

سائينءَ "سَچو" سِگهڙا،

مون مارو مِلايا.

## ڪافي

### ٣١١

اِهي نِياپا ڪو نيئِي، منهنجا مارُن ڏئي!

اَچڻ اَوهان جي وسَ وڏائِي، ڪوڙين سي ڪِيَڙم ڪيئِي.
ڏکَ ڏوراپا تا منجو اسان ڏي، حالَ اَسان هِتے هيئِي.
قسِمتے ڪو جو قَلَم وَهايو، پَري اوهان ڪان پيئِي.
لوءِ اوهان جي ڏنهُن لوئِي جا آنديم، لِيڙان هِتے تِي ويئِي.
ڳالهيون سَنگهارن جون سُڻ "سچو" ري، ساهَ سِيباٽيُم سيئِي.

## ڪافي

### ٣١٢

ڪانگڙا قريبَن جا، توکي ڪالَهہ اُڏايو ڪَن،
وَتئُون وِيڙهيچن!

آسروندي آهيان، مَن ڪو پيرو ڪَن،
وَتئُون ويڙهيچن!
پَکا پَکَن سامهون، اوڏا مانَ اَڏِن،
وَتئُون ويڙهيچن!
"سچوءَ" جي بہ سَرير ۾، دونهان روز دکَن،
وَتئُون ويڙهيچن!

## ڪافي

٣١٣

اِهي اولانبا آيا،
مون ڏي مارُن جا، ميان!

ڏيھُ ڏاڏاڻو ڇڏيئَن وساريُئِي، ڏينھَن اِتي تو لايا.
ڪَھڙيين ڳالھيين ويڙھيچن ڏنھُن، مُنھن قيريُئِي مايا.
پَھَر پنھوارن ريءَ ڇڏيئَن تِي گھارين، عُمَر سانڍُ اَجايا.
تُنھنجي ڪارڻ راتو ڏينھان، سانگِي سي ھِتي سِڪايا.
وَسُ نہ مُنھنجو سُڃُ "سچو" ري، ڏکيا مون ڏينھن لَنگھايا.

## ڪافي

### ٣١٤

آيَم راتِ عتابَ،
ڏايا سخت سَنگھارن ڏنهَن!

مون ڪي عُمَر ماريو، جھانگيَڙن جي جوابَ.
”ويٺين ۽ اِتي مارئِي، ڪائِي خوب ڪَبابَ.“
هِت سارو ڏيهُ ڏَکائِيو، عُمَر جي تِڪَ تابَ.
مولىٰ تا معافِي ڪيا، ”سَچو“ سَبِ حِسابَ.

## ڪافي

### ٣١٥

ڏونگر آهي ني ڏَسُ، ميان، هاريون منهنجي هوتَ جو.

هلان تہ هلڻ نہ ٿئي، ناهہ ويچاريءَ جو وَسُ؛
راتيون رهڻ روهَ ۾، ڪاڪِيون آهي ڪَسُ؛
ڪِيَڙو عشق عجيب جي، هِنيَڙي منجهہ هَنبَسُ؛
آهي عجيبن جي، ”سچو“ سِڪ سَرسُ.

## ڪافي

### ٣١٦

منهنجو، پانڌيئڙا، پِرينءَ کي ڏيج هي نياپو.

ڏيئي باهه پنيور کي، هيءَ ڪيچ ڪندي ڪاپو؛
اَصل لاڪُون آهي، منهنجو ساڻن سياپو؛
آهي اوهان جو سپرين، هڻ چوريءَ تي چاپو؛
منهنجو محبوبن کي، ٻيو ڏيج نہ ڏوراپو؛
سدا آهين ”سچوءَ“ کي، تون جيءَ جو جياپو.

## ڪافي

٣١٧

پري ٿين نہ شال، پرين پاڙيچا پرڏيهي!

ساڻن ٿيس نہ سنگتي، هَي هَي هھڙي حال؛
جَتن ڪِيڙم جيڏيون، جتنِ سان مون جال؛
دوستن بنا ديس ۾، جيئڻ منجھ جنجال؛
ڪنهن در ڏيان دانهڙِي، هو جي ڪُهي ويڙم ڪال؛
ڪوڙين ڪَيَڙم ڪيترا، اُنهن ڪاڻ ڪشال؛
سي ئي ”سچو“ آئيا، جن لَڳي وجھايم فال.

## ڪافي

### ٣١٨

پينر هي پنيور، اَسين چڏي وينداسون!
وس نہ آهيان پانهنجي، پلو ميان، پورن ڪِيَڙو پور،
هِتے رتي نہ رهنداسون.
جاءِ عقل جي ناهہ ڪا، پلو ميان، عشق ڏيکاريو هتے زور،
اُهي وٺي ويندا سون.
پورهيو ڪَنديَس پَر جو، پلو ميان، چَڏي ٻيو تَڪَ تورُ،
اَسين جا ڪي جِينداسون.
ڪاڪِيُون وَجي ڪيچَ ۾، پلو ميان، لاهي هِنئين جو هورُ،
ڏُکَ ڏوراپا ڏينداسُون.
”سچو“ ڏٺي سَڄَڻَن، پلو ميان، شوقَ مَچايو شورُ،
تَن جي پکي پَهنداسُون.

# ڪافي

٣١٩

آهي ويچاري ڪا وَسِ، ميان، توکي معلوم مِڙيوئي!

ويٺِي آهيان واٽ تي، گولِي ڪَجو گَسِ، ميان.
سارو وِندُر ووڙيان، ڏاها تُنهنجي ڏَسِ، ميان.
ماڻهو شَهر ڀَنڀورَ جا، رُوحَ نہ اَچَن رَسِ، ميان.
”سَچو“ پوءِ پِريَن ڪَئُون، آهي ڀَنڀوران بَسِ، ميان.

## ڪافي

### ٣٢٠

ڳوڻَ ساري جون ڳَليُون ڳَليُون، وو، نِتُ ڏِسَڻ مون کي آئيون.

رَتِ روئڻ ڪئُون اُهي اَکِڙيُون، ڪين سي جَهلجَن جَهليون جَهليون.
ڪيچئڙن جُون وَري قَطارون، هيڏي پُڏيونسين هَلِيون هَلِيون.
سي نـ وسرن ڳالهيون اُهي، يارَ سَجَڻ جي تو سَلِيُون سَلِيُون.
چاڙهيئي اَسان تي دردَ فِراقَ جون، چُوهـ ڏادي مَئُون چَلِيون چَلِيون.
روز اَزل کَئُون ڪَيوَ "سچوءَ" سان، يارَ پَلا، ڪيئِي پَلِيون پَلِيون.

## ڪافي

### ٣٢١

هوت اچ هت هاڻين، پنهنجا ڏک ڏَسيندس، ميان.

دوست اوهانجِڙي آهيان، ميان، سائين لڳي سُڄاڻين،
پاڻ گولِيَن گڏَيندس، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، ميان، هيءَ نانءَ نماڻي،
توکي سائين سڏيندس ميان.
پَکا پَکن سامهان، ميان، آرياڻي مون آڻي،
توکي اوڏا اڏيندس، ميان.
پُنيءَ لڳس تانهنجي، ميان، حُبَ مَنجهؤن هوتياڻي،
آءٌ ڪا پاندُ چِڏيندس، ميان!
سچو اُوتي سپرين، ميان، پِنبڻن مان پاڻي،
ڏک ڏورا پا ڏيندس ميان.

## ڪافي
## ٣٢٢

هوتَ پِرين هڪواري، مُونکي اچي مِلج، ميان!

ڏونگر ڏورَڻُ مون نہ ٿئي، ميان الا، آءُ اوري تون آري.
ڳِچيءَ پائي ڪپڙو، ميان الا، زور ڪريندس زاري.
جا اوهانجڙي ڪونجي، ميان الا، سا تو ڪيئَن وساري؟
هيجؤن ڪنيم سر تي، ميان الا، بارُ برھ جو باري.
ويٺي ڏسان واٽڙي، ميان الا، مونجھ اَوهان جي ماري.
”سچوءَ“ سندو سچِٽا، ميان الا، ٿيو فراقُ فراري.

## ڪافي

### ٣٢٣

آيَس آءٌ ڪـي اوڏي، جھاڳيا مون تان جبل جالَ!

جي مون وِسھَو جيڏيون، آھيان ڪيچِن جي آءٌ ڪوڏِي.
حُبِ جنھن جي ھوتِ ڪي، درد نہ ٻئي ڪَنھِن ڏوڏِي.
ڪيئن ڪريان آءٌ ڪاڪيون، ھوتُ منھنجو سو ھوڏِي.
دَردُ جنھين ڪي دوستِ جو، لَڪَن سَا نا لوڏِي.
سيڻن خاطر سُڃ ”سچو“ ڙي، گاھُ ڪنديس ٻَڏي گوڏِي.

## ڪافي

### ٣٢٤

وِيَڙا جي وٽڪار، اجا وري ايندا سي!
ڪي ڏينهن پهچڻ ڪيچ ۾، قصد ڪندا ڪوهيار،
اَسين ڪاڏي نہ ويندا سي.
پوءِ منهن رکي جيڏيون، پاٽوُن چاڙِهي هِن پار،
اَسين ڪاڏي نہ ٽيندا سي.
آيا چاڙي سپرين، جيءَ نِي پيڙو جار،
نينهن نيبَهُ نيندا سي.
هاٽي "سچو" مون ڪَئُون وسري، ڪَترڻ واري ڪار،
اسين جا ڪِي جيندا سي.

## ڪافي

### ٣٢٥

اُهي ڪهڙي طرف ويا، آءٌ ڳوڻ رَهِيس سَيِي ڳولي!

عشق تہ عاشقن جا، ميان، اَکين تي پڌام،
هاٽي تولِيءَ مَون سو تولي.
ڪوڪان چڙهي ڪوهَ تي، ميان ڪيچئڙن ڪيام،
هاٽي چولِيءَ مَون سو چولي.
ڏورِيندي مون ڏونگرين، ميان، سرتيون سال تيام،
هاٽي رمز لڏي مون رولي.
"سچل" آءٌ تان ناهيان، ميان، ساري سُڌ پُيام،
اِتي پاڻ پاروچل بولي

## ڪافي

### ٣٢٦

واڻ وندر جي ڪو ڏَسي، وو ڏَسي، مون کي جيڏيون!

سپريان جي ساڻ جا، آهيون سو عاشق اَسي، وو اَسي.
سُڌ تنهن کي سُور جي، چام پُنهون جا پَسي، وو پَسي.
وهان ڪيئن ينيور ۾، خانُ ويو دل کَسي، وو کَسي.
پِريان سندي پار ڏَهون، مانَ ڪو رهبر رَسي، وو رَسي.
هيڪند تيان جي هوت سان، هينئڙو منهنجو هَسي، وو هَسي.
سِر "سچوءَ" جي سانوڻ وانگر، بِرهه جو بادل وَسي، وو وَسي.

## ڪافي

### ٣٢٧

ناهه ويچاريءَ جو وس نِي، توکي معلوم مِڙيوئي، ميان!

آهي هِن ڪميٽيءَ کي، ميان، ڏونگر سندو ڏَس نِي.
چڏي ڏونگر ڏاڪڙو، ميان، ويڙهي اسان جي وَس، نِي.
حالُ هِن جو هِيٺو، ميان، پاڻ پنهون اَچي پَس، نِي.
ٻاروچاٺِي جاتِ ۾، ميان، تون ساںول آهين سَرس، نِي.

## ڪافي

### ٣٢٨

مون وٽ هو مهمان، پلو جيڏيون، اَچا ڪالهه قافلو!

اَتم اوٺارن جو، ميان، آيل ڙي اَرمان.
ڏئِي ڏُکيءَ کي ويا، سورن جو سامان.
جتن سندي جاتِ لءِ، هَي هَي هيءَ حيران.
ڪندي وچي ڪيچ ۾، هيءَ برهه جو بـ بيان.

## ڪافي

### ٣٢٩

صدقي صدقي هي سِر، ميان، آهي ڪوهيارل تَئُون صدقي!

ڪافَ ڪشالا ڪيچ جا، ظاهر ٻُجهَن تا زِر، ميان.
جبل گهايا جوش مَئُون، گهائي ڪِيَڙُوَ گهِرُ، ميان.
محبت جي ميدان ۾، گهيڙ ڏسي وجي گهِڙ، ميان.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، ترسان هَڏِ نہ تِرُ، ميان.
جيڏيون جانب جت لءِ، پَئي پَئي وتَي هِيءَ ٻرُ، ميان.
حبيباڻِي هنج ۾، ڪِيهَ ڪري وجي ڪِرُ، ميان.
”سچو“ سچيءَ سڪ مَئُون، فاقو ڏِسِي نا قِرُ، ميان.

## ڪافي

### ٣٣٠

يار توسان منهنجي زاري، آهي سَوَ لَک واري، ميان!

وندر جي وڻن ۾، واجھ وجهي ويچاري،
سا تان محبت ماري.
هي تان حال حقير جو، اَچي ڏس آري،
ڪَنيُم برھ باري.
اَزل لاڪُون آهي ئي، يار توسان منهنجي ياري،
پاتم ڳچيءَ ڳاري.
سور تنهنجا سپرين، چُڪِيءَ ڪي چوڏاري،
وجهج گهوٽ نہ گهاري.
آهي هَٿِ حبيب جي، ڳالھ ”سچوءَ“ جي ساري،
ڪندا نِي پوئواري.

## ڪافي

### ٣٣١

پورھيت پاڻيءَ ڍوئي، خان ٻاروچا تُنھنجي!

حاضر خدمت اَچِي اوھان جي، حال چونديس روئي؛
ساٿي اسان جي سُڌ لھڻ لءِ، ڪڏھن نہ مُڪو ڪوئي؛
قولُ ڪيو ھوءِ ھوت اسان سان، سائين پورو ڪر سوئي؛
ڪيئن وساري وھان اوھان کي، ڪَئِي تا ھھڙي توئي؛
طوطي جي ڳچيءَ سَوَ سَلامن، "سچوءَ" مُڪا پڻ پوئي.

## ڪافي

### ٣٣٢

هوت ڏَهون هاٺي آيُون، مان ڏي خوشخبران جي!

اَچِي اڏيون اوڏڙيون، جاءِ تُنهِنجَڙيءَ جايون؛
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، پير وري ايڏنهن پايون؛
ٿيون جِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون؛
”سچوءَ“ سَنديون دانهِڙيون، دوست وري ورنايون.

## ڪافي

### ٣٣٣

ڙي جيڏيون، هاٺي هوت ويا جي، وو، سي موتي مانَ اچن!

دعا ڪريجو جيڏيون، پَري نہ هوتَ وڃن؛
سِگها موٽَن پوئتي، اچي ويڙهي هِن وسن؛
وڃي ڪيچ وٽن ۾، پورهيائِتے پُڇَن؛
ڪيچي ڪميٽيءَ جي هُتے، ڪَڇي شالَ نہ ڪَن؛
”سچو“ اَصلئون آهي، سرتيون سَگے سندن.

# ڪافي

٣٣٤

يارَ ساٿيو، ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان...

پلو ڙي ميان، ڪيچن جي، وو، ڪَلَ مونکي ڪائي ڏيجو.
هيءَ نماڻي، وو، وَر وڪاڻي ميان، نال نباهي نيجو.
ڪيم وساريو مُئي نہ ماريو، ميان، چوري تان مَ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، ميان، لوڪئون تان نہ لڏيجو.
آءٌ اوهانجِڙي اصل آهيان، گولِي ساڻ گڏيجو.
جنهن ويلي، وو، هلو اِتاهون، ”سچو“ نانءُ سَڏيجو.

## ڪافي

### ٣٣٥

ويجها شال رهن، ميان، ڏور لايا جن ڏينهڙا!

سگها منهنجي سپرين، پکي مان پَهن،
وڏا طالع تَن جا، جَن جي راڄ رهن،
هِن منهنجي حال جي، سِگهَڙي سُڌ لهن،
طعنا ڏيو تَن جا، ڏاهيون سيے ڏَهن،
"سچو" صدقي تن تَئُون، جي تا ڪيچ ڪهن.

## ڪافي

### ٣٣٦

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان پيو نہ ڪندي،
منهنجو پيچ پُنهل سان آهي!

آءٌ جنهين جي آهيان، سو تان مِهَر نہ لاهي!
ڪيو ڪميٽيءَ هوت سچڻ سان، سگُّ سِياپو ساهي.
هتي وڃي پَئِي هوت جي، وَس نماڻيءَ ناهي.
سوال ”سچوءَ“ جو اهو آهي، نِينهُن سَندن نيباهي.

## ڪافي

### ٣٣٧

هوندي سيبي پَرسائِن ساڻ، جيڏيون،
هِيءَ پورهيو بَندِي وجي ڪيچ ڪندي.

ڪالهه ڪالهوڻي سپرين، اچا مون وٽ مهمان.
لڳي ڪافَن ڪيچ جي، پُرزا ڪنديس پاڻ.
اُٺن، اوٺارن تَئُون، آءُ ڪاڪيون ڙي قربان.
هٿي ويَڙو نڪري، ٻاروچو مون ٻاڻ.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، چِيتڪ ڪيڙس چاڻ.
”سچو“ سوز فراق جو، ڏئي ويَڙم ڏاڻ.

ڪافي

٣٣٨

پينر هيئن نہ پايون، تہ هوت ڪندا هِهڙي!

عشق تا آتش جهڙو، لالن وجي لايُون.
ڏينديس پاروچن ريءَ، پنيور کي پاهيُون.
سَرتِن سُڌ نہ سور جي، هي تَن وجن ٿا تايُون.
ڏِئون ڏين ٽيون ڏِيلَ کي، سنديون جتن جايُون.
”سچو“ وجن ساٽَڙو، چُپ چُپاتِيون چايُون.

## ڪافي

## ٣٣٩

آءُ اگڻ منهنجي آري، توکي صاحب ساريان ٿي!

وندر جي نِي وٽن ۾، ميان اَلا، هوتَ مِلِج هڪ واري،
توکي گهٽو نهاريان ٿي.
پرين وَڙؤ، وو، پانهنجي، ميان الا، دوست ڏيو دلداري،
سارو ڏينهن سَنياريان ٿي.
دوست اوهانجي، وو، درد سان، ميان الا، ڳچيءَ پائي ڳاري،
سارو روهه رئاريان ٿي.
ڪڏهن ايندين، وو، تون پرين، ميان اَلا، ”سچوءَ“ ڪج ستاري،
هٿ هنجون ني هاريان ٿي.

## ڪافي

٣٤٠

مون کي هوتن هاڻي، ڪوٺي پنهنجو ڪيو!

جَتي گهٽا ٻيا جڳ ۾ سائين، مُنهنجو هوت آرياڻي،
ڪنديس ڪونہ ٻيو.
لکين پُڇن پرينءَ کي، آءٌ تان ڪير نماڻي،
سندن نينهن نيو.
جيهِي تيهِي در دوستن جي، عاشق هيءَ اگهاڻي،
سارو ڪم ٿيو.
ڪيائون ڪناري پانهنجي، هيءَ تان پاڻون ڇاڻي،
جڏو جيءُ جِيو.
پرين ڪيو پنهنجو، سچو سگُّ سياڻي،
وچئون ورهُ ويو.

## ڪافي

٣٤١

پرين نہ ڇڏج ٻئي پار، ساري تنھنجون ڳالھيون رُئان آءٌ!

اَگَڻ آسَروندَ جي، والي ايندين ڪھڙي وار؟
ماري ھِن مشتاق کي، ڪانڌ نہ وڃ ڪوھيار.
آھين جنھين تون آسرو، سا ويچاري تون نہ وسار.
نماڻيءَ جي نِجھري، آءُ گھڙي ھڪ گھار،
ڪيئي ”سچو“ سان واعدا، سي پروَر لڳ تون پار

## ڪافي

### ٣٤٢

شال اوڏاهون ايندا، وٺي خاصيون خبران، خبران!

مون هن نماڻيءَ کي، اجا دلاسا ڏيندا،
پرين پاڻهين پاڻ سان، هيءَ گولِي گڏيندا.

محبت مون مسڪين سان، شال نباهي نيندا،
ڏک سک پائي سپرين، هن ڏکيءَ سان ٿيندا.

ڪيچي ڪڏهن ڪينڪي، هيءَ ڇَپَر ڇڏيندا،
جيڪي اڳيون پويون، بديون سڀ بخشيندا.

پَڪا پَکن سامهون، آڻي اوڏا اَڏيندا،
ٻاجھ ڀريا ٻاجھ مَئُون، ڪري "سچو" سڏيندا.

## ڪافي

۳۴۳

نتي وٺي ڳالهه ڪا ٻي، ڙِي جيڏيون، مون کي نتي وٺي!

آءُ نہ ڪنديس، وي، اهڙي، پلو ميان،
ڪيچن جا مون سان ڪي.
اَوهان مِڙن ۾، وي، مستے جو تيڙس،
پيالو عشق جو پي.
اوهين مڙيئي، وي، عقل واريون،
آءُ جو بيراڳڻ تي.
”سچوءَ“ پڄاڻا، وي، سپرين، پلو ميان،
ڪوه ڪنديس هِتے ڪي.

## ڪافي

٣٤٤

اصل اسانجِڙو آهي، ننگ ٻاروچل توتي!
ڇڏڻ مناسب ناهي، ننگ ٻاروچل توتي.

هيءَ ڪنيزڪ ملھ خريدڻ، سگڻ نتي ڪو ساهي.
ذرڙو جنھنکي ذوق تنھنجي جو، ڇَپَر تنھن کي چاهي.
جيئڻ هلائين تيئڻ هلان تي، ڏور وڏي تو ڏاهي.
هيءَ پاچاڻي پرين سان پرتيوَ، ٻاٻ سنديو توڙي ناهي.
جيھي تيھي يار اوهان جي، ڇڏڻ لائق ناهي.
ترين برين يار تڪيءَ کي، رس ڪوهيارل ڪاهي.
ساھ "سچوءَ" جو در تنھنجي ڏانھن، هڏ نہ آسرو لاهي.

## ڪافي

۳۴۵

حال هلڻ جو مون ناهي، آءٌ تان ڪيچ پهچان ڪيئن؟

ناتو نماڻيءَ جو، اَصل توسان آهي،
هيءَ هوتَ نہ ڇڏج هيئن.
تون تان صاحب سپرين، سڱ نتي ڪو ساهي،
ڪر جاني وٺيئي جيئن.
پسي حال حقير جو، آءُ ڪوهيارل ڪاهي،
ڪر "سچو" پنهنجي سيئن.

## ڪافي

۳۴٦

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو!

هيءَ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، ڪين هٿئون مون ٿيو.
حرفے اسان تي آهه اصل جو، وقتے ويسرَ ۾ ويو.
پلئي پائي مَديون، پيش پُنهونءَ جي هي پيو.
”سچو“ ڪوٺي پانهنجو، پاڻ قريبن ڪيو.

## ڪافي

### ٣٤٧

اديون ڙي آهيان، پانهي سا پاروچل جي!

ڏکيا سکيا ڏينهڙا، شال لالن ساڻ لنگهايان.
هِنيَڙي کي هن جيڏيون، ڪهڙا سور سلايان.
وندر سنديءَ واٽ تي، چاهوَن سِر چَلايان.
ويهان آءٌ ڪيئن ويسَلِي، ويندا چو نہ وراريان.
ڪيهي پئي تان ڪيچ ڏٺن ڏي، ”سچو“ ميڙ سنيايان!

## ڪافي

### ٣٤٨

ويهي آءُ ڪوهُ ڪندي، جيڏيون ڙي پنيور ۾!

چونديس حال حبيب کي، ڳچيءَ پائي ڳَندي.
ڪُني سا ڪيڏي وڃي، جا برھ تنهنجي بندي.
جيهي تيهي حال آهيان، ”سچو“ صاحب سندي.

## ڪافي

### ٣٤٩

چڏي هوتَ حجتَ، ميان ڙي، تيس آءٌ نانءِ نماڻي!

اچي مون کي ڪينڪي، چڏي لوڪ لذت، ميان.
وڏو آهي مامري، مون کي تان محبت، ميان.
ويا نِنڊر کان نڪري، اوڻِي رات اُچت، ميان.
سُورَ تُنهنجا سپرين، رُڳا ئِي راحَت، ميان.
مون کي تيلَڻ آئيا، پيرن سان پَربَت، ميان.
"سچو" سڪ اوهان جي، واڳيو ۾ وحدت، ميان.

## ڪافي

### ٣٥٠

بانهي ٻاروچل جي آهيان، وي آهيان!

پريان سندي پار ڏنهُن، آسرو هڏ نہ لاهيان، وي لاهيان.
صورت وارا سُپرين، آءٌ نِماڻي چاهيان، وي چاهيان.
هُو تان سائين، آءٌ تان گولِي، سگهُه نہ ساڻن ساهيان، وي ساهيان.
ڏينهن لنگهيم هِتي ڪيترا، ڪيچ وڻن ڏي ڪاهيان، وي ڪاهيان.
هُئڻ ”سچوءَ“ جو آهي، تنهين سان، اُنهن ٻاجهون ناهيان، وي ناهيان.

## ڪافي

### ٣٥١

ڙِي جيڏيون هاڻي شال ٿئي، منهنجو پاڙو پرينءَ سان!

مان مُئِي تان گهورِي، جاني شال جِئي.
هِنَ تان پُورُ پِرائيو، هاريون هوت وئي.
ٻاروچي ڪا ٻاجهه پَئي، هِيءَ تا نالِ نِئي.
سارو مطلب مون ٿِئو، پُنِيءَ هوت پِئي.
شال ”سچوءَ“ کي سُپرين، ڏوراپو نہ ڏئي.

## ڪافي

### ٣٥٢

آءُ ڪيچ ڪندِي، وجي پورهيو پِرينءَ سان، ڙي جيڏيون!

جيهِي تيهِي يارَ سچڻ جِي، چڱي توڙي مَندِي.
آءُ تَنِين جِي آهيان، بِرهَ جَنِين جِي بَندي.
چونديَس حالُ حبيب کي، ڳچيءَ پائي ڳَندي.
اَڻ مُلِه پانهي آهي، سيَ پَر سائِن سَندي.
”سچو“ سارياِئي دلڙي، رَمزَ تَنِين جي رندي.

## ڪافي
## ٣٥٣

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان حال پُنهل سان ڪندي!

اصل لاڪون آهيان سائين، بَلوچاڻي بَندي.
وَسُ ناهم وارَ جو سائين، آهيان سائِن سَندي.
ڪَندي وچِي ڪيچ ۾، دانهون سي درد مَندِي.
سُتَ لهندا سي وري، بِرهَ جَنين جي نِي بَندي.
”سچو“ اَڳئؤن سڄڻين، ڳچيءَ پائي ڳندي.

## ڪافي

### ٣٥٤

سارو ڏينهن روان ري، هيس جيڪِي هوتَ پنهونءَ سان وعده!

پُڏڻ وارو ناهه ڪو، جنهن کي حال چوان، ري.
قاصد اچي ڪو اوڏانهون، پيرين تَنهن پَوان، ري.
ڏکايو تان ڏيل کي، اَديون اڄ اوهان، ري.
اُنهن پاڄهون سَرتيون، نِتَ نِتَ سورَ نوان، ري.
ماريُون محبوبن جي، طلب ناهي توهان، ري.
غرض نه رکان لوڪ جو، هِڪُ سائين هُئڻ سَوان، ري.
"سچو" پاڄهون سوزَ جي، پيون لاتيون ڪين لَوان، ري.

## ڪافي

### ٣٥٥

سرتيون منهنجو ساهه، هاڙهي سي هوت وٺي ويا!

ڪونهه ڪميٽيءَ جو ٿئي، هاديءَ ري همراهه.
پينر هن پنيور ۾، آڻيندن الله.
هَنڌئُون جنهين هوت ويا، روئي چمان سو راهه.
پرڏيهين تي ناهه ڪو، وريتيون ويساهه.
آهي رفيق رُجن ۾، سندو سوزِ سپاهه.
ناهيم ٻئي ڪنهن لوڪ جو، پاڙيچون پرواهه.
معافے ”سچوءَ“ ڪي سي ڪندا، جيڪو ڏوهه گناهه.

## ڪافي
## ٣٥٦

اَچي ڪونہ ايڏاھون، ماڻھو شھر ڀنڀور ۾!

منھن ڪري اُنھينءَ پار ڏي، ميان، ويني ڪيم اَلاھُون.
ڏسي حال حقير جو، ميان، اَچڻ منَ اَڳاھُون.
ڪو پَلُ پاڄاڻيءَ ڪئُون، پَري ٿي نہ پَراھُون.
ٿَر ٿَڪائِي آھيان، ميان، پَڪا اَڏِج اوراھُون.
سُڻِي موٽ "سچوءَ" جون، ميان، آرياڻي آھُون.

## ڪافي

### ٣٥٧

وٽي ٻاروچي ٻولي، سدا تان ساهه منهنجي ڪي.

هُئي پناهه ۾ يار سڄڻ جي، ٻاروچي جي ٽولِي.
ٻاروچاڻي ذات جي، گولن جي آهيان گولي.
ڪاڪيون ويندس ڪيچ ڏي، ڏونگر ڀايان ڏولِي.
”سچو“ سامَ اُنهيءَ جي، آهيان عيبن اولِي.

## ڪافي

### ٣٥٨

ڪي ايندا، هيڏي ايندا، اَلو، وهنيان ٻاروچا!

ساٿي مون کي سچ چؤ، دوستَ دلاسو ڪو ڏيندا؛
هوندا ڪي مون وٽ هميشه، وري ڪي پوئتي ويندا؛
هيڪَندَ شهر ڀنڀور ۾، ساڻُ تَڪِي اچي ٿيندا؛
ٻاروچا سي ٻاجهه پَئِي، آءُ چڱي ڪي چيندا؛
سُور "سچوءَ" جا، سرتيون، نال پنهنجي ڪي نِيندا؟

## ڪافي

### ٣٥٩

اڙِي جيڏيون، مون کي چو تيون پرينءَ ڏَنهُن جهليو!

ويهان ڪيئن پنيور ۾، جو روحُ اُنهن سان رليو.
ساڻُن تيندس سنگتي، جو هوت هاڙي ڏي هليو.
پِريان سندي پارَ ڏنهن، پاڙيچُون نا پَليو.
سچڻ سارو پانهنجو، سِر "سچوءَ" کي سَليو.

## ڪافي

### ٣٦٠

پانڌي، دلاسو ڏي مون، ايندا آرياڻي ڪي اوڏا!

آڏيءَ رات جو، وو، ڪيائون سانياهو، حال ڪيا تَن هي مون،
ويا تا تِرڪي توڏا.
ڪيو قبول، وو، پُنهونءَ ڪارڻ، ڏک سوين نِي سي مون،
لَڪ ڏئي لڪ لوڏا.
محبت ڪئُون تان مُنهُن نہ موڙيان، پرزا ٽيان هِتِ جي مون،
گَسي وچڻ توڙي گوڏا.
سر تان صدقي، وو، آهه "سچوءَ" جو، ڪاڪيون چَون هِتِ ڪي مون،
درد ڏيندو سو ڏوڏا.

## ڪافي

### ٣٦١

آءُ وڃان تو تَئُون گهوري گهوري، ميان!

ڏونگر رهيس ڏاڪڙا، تنهنجي ڪارڻ ڏوري ڏوري.
تو ٺڪائِي، وي، آهيان، اَچج آرياڻيءَ تون اوري اوري.
پلا هڻ پنيور ۾، تِر نہ رهنديس توري توري.
مون کي وڏو مون پرين، جهٽڪ اوهانجڙيءَ جهوري جهوري.
”سچوءَ“ جو ني سُپرين، هِنيَڙو نيو هي هوري هوري.

## ڪافي

### ٣٦٢

پيو ڪَير حامي منهنجو ٿيندو، لَڪي پاروچَلَ پاجهون!

درد منديءَ جي دل انهيءَ ڪي، پاڻئون دلاسو ڏيندو.
ڪين ڇڏيندو ڇپرين، سوئي نال نِماڻِي نيندو.
اَڪڙين سان سَيپئي ڏسنديون، اڳڻ آرياڻيءَ سو ايندو.
پاڻ پنهنجو يار پيارل، ساڻ غريبِ گڏيندو.
ڏنگاين ڏي ڪين ڏسندو، بديون تان بخشيندو.
مِهرَ پنهنجيءَ ساڻ ڪنهن ڏهاڙي، ”سچو“ سو نانءُ سَڏيندو.

## ڪافي

### ٣٦٣

آءُ ويندي پُنهل جي پار، ميان، ٿَڪِيس ڪِين ٿَرن ۾!

مون مَن گڏي گوندرين، ڪيچي ٿِيَم قرار.
ذات جتن جي جيڏيون، جيءُ وڏو آهي جار.
ڪندي وجي ڪيچ ڏي، ڪنِيزاڻِي ڪار.
آهي ڪاڻ قريب جي، وڃڻ مون وٽ ڪار.
پُرڻ اتم پنڌ ۾، دوست پُنِيءَ دزڪار.
سارو ڪم "سچوءَ" جو آهي، اُنهن جي اِختيار.

## ڪافي

### ٣٦٤

اڄ اهو ساڃَي مون سڃاتو، آهي ٻَڙيون ٻاروچو!

اصل لاڪُون آهي اُنهن سان، هن نماڻيءَ جو ناتو.
اچي ڏنم اوچتو، پيچُ جَنهن مُون سان پاتو.
ڦِريس ڦيريدار جان، چاڙ نہ مون هيئن چاتو.
لتو لحظي هڪ ۾، اديون ڙي اوراتو.
صدقو ”سچو“ تَنهِن اُتون، عشق جَنهِن سان تو لاتو

## ڪافي

### ٣٦٥

وجي ڏيھ پرين، ڙي ساٿيو، منھنجو ڏجو سنيھو!

اوھان ٻاجھون سُپرين، ڏکيا ڏينھن لنگھن.
ويتا ڏسون واٽَڙيُن، اگڻ مانَ اچن.
ڪونہ ورندي ٿو ڏئي، وندر جي ڀي وچن.
ڏکيا اُھي ڏينھڙا، جي پاسي ڪان پرِين.
ڀينر شھر ڀنڀور ۾، شال ڀيرو ڪن.
ويچاريءَ نہ وساريو، جا لڳي ساڻ لَڪن.
جيھو تيھو آھي ئي، ”سچو“ سگ سندن.

## ڪافي

### ٣٦٦

ڪيچن جي ڪَڏَ ڪاهِ، متان ويهين ڪِين وساري!

ڏسنديون ڏونگر چوٽِيون، بَلوچاڻي باهه.
ڦولجِ پاڻ فقير تي، وندر جي وڻراهه.
ساري شهر ڀنڀور جا، لاڳاپا سڀ لاهِ.
متان ويهين ماڻ ڪري، ڏونگر ڏورج ڏاهِ.
عرض وجي ڪر روبرو، ٻيا ساٿي ڪِيم سَنياهِ.
ٻانهي تَج ٻروچ جي، ڪو تون سَگھي نہ ساهه.
روح رهي هِتي هوت ريءَ، ”سچو“ ڪنهن نہ صَلاح

## ڪافي

۳٦٧

ٻيو ڪير پڇي تو حال منهنجو، خان ٻاروچل ٻاجهون!

تو ريءَ آهيان يار سچڻ، ميان، اُداسي اَهنجو.
جَنهين ڪَهين سان پيچ پاتوسين، غرض رکي سو نہ ڪنهنجو.
خيال اسان ڏي آهي جنهن جو، آءٌ پيي سو آهيان تنهنجو.
اَسان چاتو صحيح سڃاتو، عاشق آهين تُون اَسانجو.
درؤن پيهِي پاڻ پُڇَندو، آهين ”سچو“ تُون ڪِي سَهنجو.

## ڪافي

### ٣٦٨

اَڪَڙيُن اِسرارُ، مون کي ڪو جو ڪيو، ميان!

اُنهن تان ڏيکاريو، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
تِنهِين ڏهاڙي ڪيو، بِرهَ بي اختيار.
ڏونگر تو ڏورائي، چشمن جو چمڪار.
ناز نيٹن جو سَرتيون، ووڙائي وٹڪار.
سوز سچڻ جو سَرتيون، ”سچوءَ“ کي سينگار

## ڪافي

### ٣٦٩

يار پُنهلَ پيغامي، ڪڏهن مُڪو ڪونہ مون ڏي!

روز اَزل کؤن يارَ اوهان کي، منهنجو ساھ سلامِي.
اَوهين نہ ايندؤ، اَسين ايندا سي، اِها اَسانجي اَنجامي.
پِرين ڏسِجو وَڙَ پنهنجي ڏي، آهن عيب اسان ۾.
جان جُٺي، جان ڪِي، ٺيندي نہ طلب تمامي.
ڳالهيون اوهان جون پارڻُ پارن، ويندين سي ڪين وسامي.
ڏيئِي اسانکي ڦَٽ فراق جا، ٺئين تون يار آرامي.
درَ اوهانجي جِي يارَ "سچوءَ" تان، مَچِي آهي غلامي.

## ڪافي

٣٨٠

پوءِ هٿ ڪيئن ڪندي، ٻاجھون يار جي آءٌ!

پيرين پَوندي پِرينءَ جي، ڳچيءَ پائي گَندي.
وَهي تي واڪا ڪيون، نيٽن مَنجھؤن نَدي.
سَيِي پَر سَنديَن آهيان، چِڱي توڙي مَندي.
دل ”سچوءَ“ جي سَرتيون، بِرهَ تَهِين جي بِندي.

## ڪافي

### ٣٧١

آءُ وري تون تان ويھُ، سچڻ آءٌ تان تنھنجڙي آھيان!

آھون عاشق جون سُٽي، چڏ پرين پَرڏيھُ.
پکي پاچياٽين جي ميان، آءُ پرين تون پيھُ.
اَصل لاڪون آھي ئي، ھِي ڏاھا تنھنجڙو ڏيھُ.
”سچو“ جوني سپرين، آءُ ساري ساٹيھُ.

## ڪافي

### ٣٨٢

گولن جي آءُ گولي،
خان ٻاروچا، تنهنجي!

آءُ نـ ڪنديس ڪڏهين، ٻانهپ ريءَ ٻولِي.
سُڌ اچي لهـ سِگهَڙي، آهيان سا عيبن اولِي.
هِن ڏُهارڻ جهڙي ڪا، لهندين ڳوٺن مون مس ڳولِي.
نانءُ سائينءَ جي يار سچڻ ڙي، ڪر ”سچوءَ“ سان سولِي.

## ڪافي

٣٤٣

ساڃ سلامت آيو، پکي پاروچَل جو.

ڏينهن فراق جا لنگهيا اسان تُون، موليٰ سو محب ملايو.
ميلاپي جو مِهر پِئي تان، واليءَ ورق ورايو.
وَڙَ پنهنجي ڏي پاڻ ڏتائون، ويڙهو هي يار وسايو.
ميرا لاهي اڇا ڪياسي، هوتن تان نيهن نباهيو.
ڏيو مبارڪان سيئي ”سچوءَ“ کي، جو سورن اڄ سِڏايو.

## ڪافي

٣٧٤

آڏو ماڻَ اَچڻ، وو، ڏسي منهنجو حال، پَلو!

هو جي ڪيڙم ڪافے ۾، ڪوڪان پَونِ ڪَن.
ڪيچڙن جا ڪاڪِيون، تان رهبر واٽ رَسَن.
خبران ڏکن سنديون، اڳيون پاڻ پُڇَن.
ٻاروچان ٻاجھ پئي، چڱي آءٌ چوَن.
پنڌَ ڪريندي پرينءَ ڏي، مَرُ پُرزا پيرَ ٿِيَن.
”سچو“ پنهنجي ساٿ سان، نماڻِي ٻ نِيَن.

## ڪافي

### ٣٧٥

آءُ ٻانِهن جي سا ٻانهي، آهيان عيبدار، ميان!

عمر سڄيائي ڪوڙ ڪمايَم، بخش اُهو مونکي جاني.
روز ازل ڪئُون اَبد تائين، آهي ڳچيءَ منهنجي ڳاني.
ڏوهـ ڏِنگايون ڏِس نـ منهنجون، محب ڪرين مهرباني.
ڪيئن "سچوءَ" جي دل سا دلبر، دوست ڪَيوَ ديواني.

## ڪافي

٣٧٦

مون کي نال نئين، نِيِ، اِهو ڪيچِڙَن جو قافلو، ميان!
اگڻ شال اچي، نِيِ، اهو سپرينءَ جو ساٿڙو، ميان!

پٺيءَ هوت پنهونءَ جي، ميان، هلڻ سان هِنئين، ني.
پُڄاڻان پرين جي، ميان، جِند ڪيئن جِئين، ني.
وڏي ڀاڄه ڀروچ کي، ميان، اُتي چَون اِئين، ني.
"سچو" چون سُڌير تي، پلو، پوندي مَهِر مِئين، ني.

## ڪافي

### ٣٨٨

مانَ اچن اُهي ڪاڻُون، مُئي ويا جي ماري!

سپريان ريءَ سرتيون، آهيان اُباڻي آئُون،
ويهان سي ڪيئن وساري.
پِرين ڏِس، وو، پاڻ ڏي، ميان، آهيان ڏُهارڻ آئون،
نيندا سي نال قطاري.
اچي اسان وٽ سپرين، ميان، اديون ڙي شال اوڏاهون،
مانَ ڪو ڏينهن گذاري.
آيا قاصد ڪيچ جا، ميان، اِئين سو مونکان اُتاهون،
يارُ سچڻ توکي ساري.
آڌيءَ رات اُتي ڪري، ميان، جَتَ ويا هُئم جائون،
تائون سا نِتُ نهاري.
هاري توسان هوءِ جي، ميان، ڪي جي قول ڪيائون،
پرين اُهي سيے پاري.
ويهين وساري وو اِتهين، ميان، هيءَ نِڪار چَيائون،

”سچو“ دوست سَنياري.

## ڪافي

### ٣٧٨

ڏايو جُدائيءَ جَلُ، ميان، ووءِ، ووءِ، ووءِ،
مون وتَئُون هوتَ مَ هَلُ.

اَچي ويھُ اَکِن ۾، پاسي ٿيءُ نہ پَلُ.
ڪيچ وٽن ڪم ڪھڙو، ڳالھ سانول اِھا سَلُ.
مُئِي ڪان منھنجا پرين، چوريءَ يارَ نہ چَلُ.
ڪري ڪَشالا ڪافي ۾، لڌم ڪوھيارَلُ.
”سچوءَ“ جي ني ساھ سان، ھُيا سي رلمَلُ.

## ڪافي

### ٣٤٩

ڪندي سا ڪيئن قرار جيڏيون،
جنهن جو جيئڙو جَتَن سان!

وِرهه وارن کي سرتيون، ويجهو آهي وڏڪار.
پَڙيون، پاروچَل جو، نينهُن لڳم نروار.
محبت ڳِڏي نه لَيي، خرچين لک هزار.
ڏسنديس اکڙين سان، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
چيڏي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اِختيار.
سدا آهي ”سچوءَ“ کي، پينر بره بهار.

## ڪافي

### ٣٨٠

هلان پنهل تو ساڻ،
ساڻ هلي تنهنجي گولي گذاريندس.

ڇُلي پِيَس ڇَپرين، سَگَھ تہ توئي ساڻ.
ڪوجهي ڪاري هان تنهنجي، پنهل پاڻ سڃاڻ.
توري توريندؤ ڪيترو، محبتے وارو ماڻ.
توڙ نباهج تون ڏٿي، سهٽا "سچل" ساڻ.

## ڪافي

### ٣٨١

ڳالهيون ڳُڻَ تنهنجا يار سَچڻ، مون کي روز رئارن ٿا!

سِرَ تي سوز فراق جا، باري چاڙهيئي بار، سچڻ،
ايڏانهن نيڻ نهارن ٿا.
منهنجو اندر اَڌُ ٿيو، جانب تنهنجي جارَ، سچڻ،
مونکي ماٺا تنهنجا مارن ٿا.
پرين پاڙج پانهنجا، جي ڪيَڙءِ قول قرار، سچڻ،
منهنجو جيءُ جيارن ٿا.
ماٺو شهر ڀنڀور جا، مِهٽا لک هزار، سچڻ،
مون کي ڏيهَ ڪَئُون ڏيارن ٿا.
قاصد چون، وو، ڪيچ جا، تو هُتِ سار سنيار، سچڻ،
توکي ”سچو“ پاڻ سنيارن ٿا.

## ڪافي

### ٣٨٢

ڪنهن کي حال چوان هي،
اَديون ڙي، واويلا، وو!

ڏيرن ڏيئي چڏيا، موتي سور نوان هي.
مهٽا محبوبن جا، ڏنا پاڻ اوهان هي.
سُڪَن اُتي سرتيون، ڏيان نہ سور سنوان هي.

## ڪافي

### ٣٨٣

مون کي دوست ڏنيون دلداريون،
جِيَس آءُ تان، ني، وو جيڏيون!

ٻاجھ ٻاروچا تو پوي، سُڻِي ضعيفِ جون زاريون.
سئيون سيپئي سچڻن، عاجز جون آريون.
لٿا فلڪ فراق جا، آءُ تا گڏ گذاريون.
توکي تان تِرَ جيترو، وار نہ وساريون.
سي ئي "سچو" آئيا، جن لءِ جھُونگاريون.

## ڪافي

۳۸۴

مون کي محب ويو ماري،
ڪنهن در ڏيان هيءَ دانهڙي!

سوزُ تُنهنجو سُپرين، ڪوڪان ٿو ڪاري.
هوت نماڻيءَ هِنَ کي، ويهُ نه وساري.
نيو پورهيت پاڻ سان، پنهنجي ڪَڍَ قطاري.
ويو ڀاروچو نڪري، عاشق هيءَ آزاري.
راتو ڏينهان سُپرين، "سچو" سَگَ سنڀاري.

## ڪافي

### ٣٨٥

مون کي آدر ڏي، ميان، سُهڻا ساٿيڙا، ڙي!

وڃي چئج پرينءَ کي، حال منهنجو هي.
پريان سندي پار ڏهُون، قاصد اَچن ڪي.
وعدا پاڙج پانهنجا، جاني ڪِيڙءِ جي.
هو جي ڪَيَو ڳالهڙيون، ساه نه وسرن سي.
”سچو“ سنگتي پانهنجي، نانوَ ڏٿيءَ جي ني.

## ڪافي

### ٣٨٦

ڏونگر ڇو تو ڏکائين،
پير پياديُن جا، ميان!

پنڌ ڪَرن جي هوتے پنهونءَ ڏي،
تَن ڇو روهَ رهائين.
اِهو ڏوراپو تيندءِ اوڏاهين،
ڇو طالِبُ تو ترسائين.
هيئن تو گهرجي عاشقن سان،
ميان ڪا مدد ڪرائين.
ڪَر ڪو تورو سگَ "سچوءَ" سان،

مُحبَن ساڻُ ملائين.

## ڪافي

٣٨٧

مون ڏِي واڳي وڙائيندا، سرتيون، سِگهَڙا پيلَڙا ڪوهيارا!

پَڪا پَڪن سامهون، اوري آڏي اَڏائيندا.
پينر هن پنيور جا، وري پاڻ وسائيندا.
سيپئي ڏسنديون سرتيون، روندي هوت ڪلائيندا.
پاڇياڻيءَ جا پاڻهين، پَڪا پاڻ پُڇائيندا.
سور "سچو" ڙي، هوت سان، هِيءَ غريب گڏائيندا.

## ڪافي

۳۸۸

آءُ هَلي ڏس حال، منهنجو پاروچل ڙي، ميان!

راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجو خاص خيالُ.
اَوهان پاڇهُون سُپرين، ساعتے پايان سالُ.
مون تا نماڻيءَ سان، ڪر پلائي پالُ.
سارڻُ سِڪَڻُ اَن جو، مون کي مِلڪِ آئون مالُ.
مرشد سارو مَچيو، ”سچوءَ“ جو بہ سوالُ.

## ڪافي

### ٣٨٩

پڇُون ڪِينَ پِرن، ميان، حال منهنجي جون خبران،
ساڻيو ڙي، پانڌيو ڙي!

آهي ٻاجھ ٻروچ کي، مٿي مَعذورن، ميان.
ساھ سِڪي ٿو جن لءِ، سي مون ڪي سارن، ميان.
هِن دم دلاسا ڏنا، سرتيون مون ساٿِن، ميان.
تون هِتِ ڪهڙيءَ ڳالھ ۾، تو هُتِ ياد ڪرن، ميان.
تون جنين جي آسري، سي تو ڪٿي ڇڏن، ميان.
”سچو“ سَنگتِ پانهنجي، مانَ غريبِ ڳڏنِ، ميان.

## ڪافي

### ٣٩٠

ڪيچي ويڙم ڪالهه، آءُ تي ورهه وسايان!

مانَ نماڻيءَ هِن جِي، سِگهِي لَهَن سنيال.
پينر آهي پَنيورَ ۾، جِيَڻ منجهه جنجال.
جَن لاءِ ڏونگر ڏوريان، سي ئي ڏسان شالَ.
آءُ پيادي نـ پُڄان، ڏاڍا ڪافَ ڪشالَ.
مون جِياريو جيڏيون، سَندن خوابَ خيالَ.
ساڻ "سچوءَ" ڪَنِ سُپرين، پَلائيءَ جا پالَ.

## ڪافي

### ٣٩١

ٻاروچي لؤن لائِي، وو مِيان، ڪوهياري لؤن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍي سُورَ سَلائي.
سرتيون مون سان سُورَ ۾، پينر ڪا نا پائِي.
هِيرَ وٺي سا هانوَ کي، ڏانهُن عَجِيبن آئِي.
سِر ڏيوڻ سچڻ کي، ”سچو“ آهي سَچائِي.

## ڪافي

۳۹۲

اُهي ڪاڪيون ڪوهيارا،
اَڄُ اڱڻ منهنجي آيا!

پيهي پاٺهي آئيا، جَن ڏور تي ڏَسايو؛
هَتئُون جَنِين هِنيَڙو، اَديون مون تي کَسايو؛
جَن جي ڪارڻ جيڏيون، مون تي پانڌي پُڇايا.
هُيس جَنِين ڪاڻِ آءٌ، آيَل اُباڻون؛
دل ۾ دردمنديءَ جي، وڏو ورهُ وڌائون؛
پوتيون پَتايَم جَن لءِ، اُهي مولىٰ مِلايا.
وعدا پانهنجا سرتيون، اُهي پاٺهي پاڙيائون؛
نِماڻيءَ جي نجهري، اَچي پَڪا اَڏيائون؛
اُنهن ڪارڻ ڪاڪِيون، مون تي وِرهه وَسايا.
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، هاڻي حال ڏسي هيئي؛
وائِي فلڪ فراق جي، هاڻي وچَؤن ئي ويئي؛
”سچو“ گَڏيو سَڄَڻا، جنهن تي ڪانگ اُڏايا.

## ڪافي

### ٣٩٣

مُٺا دلاسا ڏيئي، ري سڄڻ مُون ڏي!

دوستن دلداريون ڏنيون، حال ڏسي تان هيئي.
پَسي عيب اسان جا، مِهَر پُنهونءَ ڪي پيئي.
وريو ورق وصال جو، وائي هِجر جي ويئي.
ماريون ملاقات جا، وس ڪيا هم ڪيئي.
”سچو“ سي ئي آئيا، جِيءَ گُهريا هَم جيئي.

## ڪافي

### ٣٩٤

آهي منهنجو سَڱ، تان پُنهَل توئي ساڻ!

آءُ اوري تون وچ نـ پري، ساهه وٽي وچ ساڻ.
هوت جي ني هلڻ جو، ڪو نـ پيم اُهڃاڻ.
ڇُلي پِيس ڇپرين، سڱ پنهل تنهنجي ساڻ.
لڳو آهي دل کي، ٻاروچل تنهنجو ٻاڻ.
سِر "سچوءَ" جو يار اَوهان تَئُون، ڪوڙين تئي قُرباڻ.

## ڪافي

### ٣٩٥

جنهن جي آهيان عشق اندوهي، تنهن پاروچي ڪي پاجهه پوي!
آءٌ حال چونديس روئي، تَنهن ڪوهيارل کي ڪَهَل پوي!

سا نہ چڏيجو چپرين، جا لَعَلن تو سان لوئي.
پِريان سَندي پار ڏنهُن، قاصِد اچي ڪوئي.
سوئي ايندم سُپرين، جانبہ جيءَ جو جوئي.
پورهيو ڪنديس پرينءَ جو، ڳچيءَ پائي اوئي.
سَمَر تيڙم سُچ جا، حُبَ توئي سان هوئي.
اکيون عجيبن ڏي، بيٺيون جُهڙ جهوئي.
”سچو“ سگ اوهان جو، پور وڏا جنهن پوئي.

## ڪافي

٣٩٦

آءُ اوهان تَون گهوري، اَڙي ڪيچيو، ساڻ نيجو!

راتو ڏينهان روح ڪي، آهي اوهان جي جهوري، اڙي ڪيچيو!
دائِم وڌيَو دل ڪي، هِن ڏکَن جي ڏوري، اڙي ڪيچيو!
ويهان ويهَڻ نہ ٿئي، ڏاڍي سا لايَو لوري، اڙي ڪيچيو!
ڪرڻ مناسب ناهي تان، ساڻ ضَعِيفن زوري، اڙي ڪيچيو!

## ڪافي

### ٣٩٧

مون ڪي هيئن نہ ڇَپَر ڇَڏ، ميان، اڙي يلو پُنهَل يار!

پرين پاڇياٽي پانهنجي، گولِي گولِن گَڏ، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، هِيءَ ڏُهارڻ ڏڏ، ميان.
آءُ اوهان جي آهيان، هُؤن هُؤن هڏ، ميان.
تُنهنجي صاحب سُپرين، شال نہ سِڪان سڏ، ميان.
جايون جانَب پانهنجيون، اکَڙين ۾ اَڏِ، ميان.

# ڪافي

## ٣٩٨

ڪندي، آءُ ڪوهُ رهِي رهِي، جيڏيون هِتي هوتَن ريءَ.

اَندر ورهه وتاڻ ڪَيا، لؤن لؤن مَنجهه لَهِي لَهِي.
چڏي شَهر ڀنڀورَ کي، ويندَيس ڪيچ ڪَهِي ڪَهِي.
ڪونهي مُنهنجو ڪوهيارلَ ريءَ، سرتيون هِتي سَهِي سَهِي.
قول پاڙيندو نِي پانهنجا، ٻاروچَل ٻَهِي ٻَهِي.
”سچو“ گڏيم ساٿ جا، پنڌن منجهه پَهِي پَهِي.

## ڪافي

### ٣٩٩

آءٌ ڪِي تان اوڏي آئِي، جهاڳيا مون سي جَبل جالَ.

سَل ساتي ”ڪيچ ڪاتي تيو“، ڪَلَ اَلله لڳي تون ڏي ڪائِي.
اوني ادا ڙي بُڌيئي ڪا، وري ورڻ جِي هيڏي وائي.
شهر ڀنڀور ڏي ڀيرو ڪندا ڪو، ڏاڍي اسان سان هوتَ لائي.
اڳڻ تنهنجي، سڻ ”سچو“ ڙي، ميان، جانِي اَچي تو راتَ جائِي.

## ڪافي

۴۰۰

ٻانَهڻ ڙي پَرڏيهِي، ناهي ايذائِڻُ توکي؛
ناهي واجبُ پَرڏيهي، ادا، اِيذائڻ توکي!

ڏيندءِ ڏوراپو يار اسانجو، وڃ توئي جي ويهي.
پير ڦيهين ٿو نِتُ نماڻيءَ جا، ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهي!
هيءُ اميد، وو، هئِي نہ تو ڏنهُن، جبل ڪيئي مون سان جيهي.
جيهي ڪندين ڪوهَ! اسان سان، ڳالهه ڪنديس هُت تيهي.
”سچو“ سچاتو سنگ تَوئي کي، آهي عادت تو ايهي.

## ڪافي

### ٤٠١

حيلا ڪيم هزارين، مانَ تِڪِن مون وٽ رات.

ڪَره قطاري هليا، بودا پلاٽي پِرپيات.
آءُ سُتي هو هُليا، توڏن جي ڪيَئُون تات.
سُور ڏنائون سوڪڙيون، ڏک ڏنائون ڏات.
پرين ساري موڪلِيِ، ڏانهن "سچو" سوغات.

## ڪافي
### ٤٠٢

ڪيچئڙن جي ڪاڻ، جيڏيون منهنجو جيئڙو جِهڄي ٿو!

پريان سندي پار ڏنهُن، اَلله اوتي آڻ.
چڏي شهر ڀنڀور کي، هاڙهي ويندي هاڻ.
روئڻ ڪَئُون جهلن سي ئي، رئن اَکڙيون اُڪاڻ.
جِيءُ وِڏائُون جار ۾، پاروچاٽي پاڻ.
سِگهو ايندو سُپرين، پينر منهنجي ياڻ.
”سچو“ آءٌ تان آهيان، پريان جي پَرياڻ.

## ڪافي

۴۰۳

اوڏاهون جي اَچن، ڙي جيڏيون، اُنهن آءٌ ڪيئن نہ سڃاڻان!

پريان سندي پار جيون، ڪيهون ڳالهيون ڪن.
مون هن نماڻيءَ ڪي، دلاسا تا ڏين.
ساهہ منهنجو سرتيون، نيو نياپن.
هي بُتِ بيراڳي ڪيو، ڪاڪيون ڪيچيئڙن.
”سچو“ چو نہ سُڏيرُ تين، تو هُتِ پاڻ پچن.

## ڪافي

### ٤٠٤

يجي پاهڻ تي پاسي، متان ڏاڍو ڏک پويئي!

پنُهونءَ سندي پار ڏي، اسين تان پنڌ پياسي،
ترس اهو مانَ تئيئي.
چو تو سمهين پير مُئيءَ جا، اِڳَهين نينهن نياسي،
ڏک ويا ڏير ڏيئي.
سڻ ڙي ڏونگر حال ”سچوءَ“ جو، وندر جي اسين وياسي،
چَڱيان پاڻ ئي هوت چوي تو.

## ڪافي

### ٤٠٥

دوستَ دلاسو ڏجي، ڏاھا ڏکوين.

اَول لائي پوءِ نہ ڇِنجي، پرتَ نباھي نِڀجي.
پُرجھي ڏسج پرين پانھنجو، ھيئَن نہ ڪا پُل ڪڇجي.
ڳالھيون تنھنجيون يار ٻاروچا، راتو ڏينھان ھِن ھِڃي.
ورهَ وارن سان يار ڏھاڙي، ڏک يائِي اَچي ٿجي.
قاصد ايڏنھن جا چَون اِئين مون، ھوتَ اِيندءِ اَج اِجھي.
ڏنگاين ڏي ڏس نہ منھنجي، سيپ اوھان ڪَئُون ٿو سِجھي.
اَچڻ ڪارڻ ھوتَ اوھانجي، ”سچو“ فالان ويٺو وجھي.

## ڪافي

### ۴۰٦

وندر آءُ ويندياس، وٺي اهو سوز سڄڻ جو،
وٺي اهو پور پريڻءَ جو!

پيرن اُتي پِرَجي، ڳوڙها ڳاڙيندياس.
ڪاڻ ڪوهيارل ڪاڪيون، جهولا جهليندياس.
آهُن ۽ دانهُن سان، ڪَرڳَل ڳاڙيندياس.
ٻاجهون ٻاروچل جي، ساٿيهُ سارينداياس.
پنهون وٺي تان پاڻ سان، اَديون آڻيندياس.
پاڻ پنهنجو پورَ مؤن، چُنجن چاڙهيندياس.
سِر پنهنجو سرتيون، گهوريون گهوريندياس.
وٺي مَهار مَيَن جِي، لوءِ ڏي لاڙيندياس.
”سچو“ ٻاجهون سوز جي، ٻيا ورق واريندياس.

## ڪافي

### ٤٠٧

مون کي ميڙين اَلله،
سِگهو آڻي اَلله،
وو ميان ٻاروچا!

اُنهن ڪارڻ ڪاڪيون، وجهان وچاڻان؛
سانول پنهنجو سرتيون، سَوَ ۾ سُڃاڻان.

ٻيهر شهر ڀنڀور ۾، آڻين الٰهِي؛
پيرين پئي تن کي ٿيون، پاڻ ئي صلاحي.

اوڏنهُن آڏيءَ رات جا ڪانگل اڏايان؛
جي پَري آهيان تن ڪَئُون، تان ڀي سَنديَن سڏايان.

ڪڏهن مُڪو ڪونڌ ڪو پرين پيغامي؛
اَصل لاڪؤن اُن جو آهي ساهُ تہ سلامي.

ڪڏهن ايندم سُپرين، تي پوتيون پتايان،
"سَچو" سوالن سان اُهي ويندا ورايان.

## ڪافي

### ۴۰۸

جي وٺي حُبَ وڃن، ڙي، انهن کي ڪيئن نہ سُڃاڻا!

چڙهي لاڳاپا لوڪ جا، پِريان پند پوَن.
ڏونگر سي ڏوريندين، محبت جن کي مَن.
آيل عاشقن جون، ڪوڪان پِيَڙم ڪَن.
اَديون هن ارواح کي، تاسِفے ڏنو تَن.
”سچو“ صدقي اُن تان، جي وٺي درد وڃَن.

## ڪافي

۴۰۹

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو، مون کي!

هيءَ ڪنيزڪ مُلھ خريدڻ، ڪيئن مَٽئون مون ٽيو.
حَرفے اسان تي آهي اَصل ڪَٽُون، ويسر ۾ ويو.
”سچو“ ڪوٺي پانھنجو، پاڻ قريبَن ڪيو.

## ڪافي

۴۱۰

منهنجو سگڻ نہ سِياپو، ڪاڪيون ڪيچ ڏٽين سان!

هِتَؤن هَلي اُتَهين، آءٌ نہ ڪنديس، ڙي، ڪاپو.
پانهي خان پروچ جِي، تِيسِ لاهي لاڳاپو.
شال نہ ڏکيءَ کي ڏين، ڪنهن ڏوهؤن ڏوراپو.
جيڏيون هِنَ مُئيءَ جو، آهي جانب جياپو.
"سچو" سچڻ سان ڪندو، منهنجو مولیٰ ميلاپو.

## ڪافي

۴۱۱

يا ٻيلي ڙي، متان مون کي ھِتي ڇڏين!

ھِيءَ نماڻي عشق اوھان سان،
ھِيءَ محب ٻيلي ڙي، پاڻُ غريب سان گڏين.
ڪنھن در ڏينديَس دانھڙي،
پيارا پرين ٻيلي ڙي، آڻي پَکا اوري اَڏين.
لَھ "سچوءَ" جي، وو، سُڌ سچڻ سائين،
ساجھر سويلي ڙي، يار تون ايندين ڪَڏين.

## ڪافي

۴۱۲

ڪنهن لَڳي ڏُونگر ڏوريان، جيڏيون ڙي؛
محب آهي منهنجي مَن، ميان.

”وَ فِيۤ اَنْفُسِكُمْ اَفَلاَ تُبْصِرُوْنَ“، ڪاڪيون ڪَجو هي ڪن.
اسين توسان، پَري تون ڦولين، اولانيا هي اچن.
پاڻ سنيالج پانهنجو، پرين اِئين چَون.
اِهڙيءَ اوڏائيءَ ۾، ورهِي مِينهن وَسن.
”سچو“ سي ئي پَري پِيا، جُدا چاتو جَن.

## ڪافي
۴۱۳

مون کي ماريو مونجهاري، ووءِ ووءِ؛
سانگِي مون سي ئي ڪيا.

سوزُ تنهنجو سُپرين، هِتي ڪوڪان ٿو ڪاري.
اُنهيءَ پاجهون سرتيون، هيءَ گوندرَ گُذاري.
ڏاڍي ذات جتن جِي، جي عاشق ويا آزاري.
وندر جي وٽن ۾، تي ڪيچي نهاري.
”سچو“ سپرينءَ کي، تون ويهه نه وساري.

## ڪافي

### ۴۱۴

گولِي مانَ سڏين، اُنهن جي نِي آهيان، جيڏيون ڙي!

پکا پکن سامهون، اوري مانَ نـ اڏين.
آريجا عاجِز کي، ڇَپَر تان نـ ڇڏين.
ٻاروچان تا ٻاجھ پئي، گولي ساڻ گڏين.
هُونِ هميشہ مون پرِين، لحظي تان نـ لڏين.
اَصل لاکون آهيان، هِنئين آئون هَڏين.
اڻ مُلهِ ٻانهي آهيان، ”سچو“ پاڻ سَندين.

## ڪافي

### ٤١٥

هِتؤن اُتي تنهنجا هوتَ ويا، تون تان ڀي نـ ڪوشش ڪَرين!

پيرَ پُنِن تون نـ ڪٽي، ٻُڌيون سي ڳالهيون ڪرين.
توکي تان نـ ترسائِيو، پاڇياٽي، پَنڌَ پَرئين.
اُتي ڪر پنڌ پهاڙ جا، متان تون پوئتي ورين.
”سچو“ پُڇج سُپرين، ميان، متان تون تان ٿرين.

# ڪافي

## ٤١٦

پنهنجو ڪيو، هي تان پنهنجو ڪيو، مون کي يار پنهل ڪُوٺي!

دوست گڏيو دلجاءِ تي، وڇڙن سارو وڇوڙو ويو.
آدر تي ارواح کي، جيڏيون ڙي، منهنجو جيئڙو جيو.
رهجي اچي يار سان، ڏاهيون ڙي، اهو ڏسڙَو ڏيو.
اگِڙ آسَروند جي اچي، ميان، لالن پاتو لِيو.
ساهه "سچوءَ" جو سرتيون، نيڻن سندي ناز نِيو.

## ڪافي

۴۱۷

بانَهن جي آءُ ٻانهي آهيان،
ٻاروچي جي ذات جي!

ڪِيم جهليو مون جيڏيون، دوسَن جي ديوانِي آهيان.
آءُ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، شاهَن جي ڪا شانِي آهيان؟
اُتن اوٺارن تَوَن، ڪوڙين آءُ قُربانِي آهيان.
جي مون پُڇيو جيڏيون، سورن ۾ ساماني آهيان.
پُڇو ”سچوءَ“ کَئُون سرتيون، مُحبن جي مستانِي آهيان.

## ڪافي

### ۴۱۸

تو ريءَ ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪنديَس، آءُ ورَ واڳے ورائي!

واٽ نہ وندر جي لهان، وڏيس مونجهہَ مُنجهائي.
سِڪَ تنهنجي سپرين، ڏونگر ٽي ڏورائي.
هيڪاندي هيءَ حب ۾، ويٺي ورهہ وسائي.
طعنن شهر ڀنڀور جي، وڌم تَنُ تپائي.
جيهو تيهو سُپرين، ”سچو“ سَندوَ سڏائي.

## ڪافي

۴۱۹

ٻاروچا پَئيوَ ٻاجھ، ڇپَر مون ڪي ھيئن نہ ڇڏيجو!

مِھر نہ لاھيو مون پرين، مَتان ھِن محتاجَ.
آھي ھن عاجِز جي، تو تي لالَن لاجَ.
ھِيءَ ٻُنِيءَ پئي تنھنجي، مَنجھَؤن ساري راجَ.
ڳچيءَ پائي ڪَپڙو، اُتے ڪريان ايلاجَ.
پورھيو ڪنديَس پِرتے جو، ھَتين ڪنديس ھاجَ.
گھوريان گھوٽے اوھان تان، سيے مَڏيون ۽ ماجَ.
اوھان جي تہ اچڻ لِءِ، "سچو" وجھي ٿو واجھَ.

## ڪافي

۴۲۰

هِيءَ نماڻِي نالِ نِجو، ادا ڙي، اوٺيو!

هيءَ ڪميڻي ڪُوڙي، بِرهَ ڪئِي بيحال.
پُٺيءَ اِيندي آنهن جي، جيهي تيهي حال.
پرين نيندا پاڻ سان، پَلا پنهنجي پال.
اوهان ٻاجهون سپرين، جيئڻ آهي جنجال.
ٻاروچا تان ٻاجهَ پَئي، ”سچو“ سگ سنيال.

## ڪافي

۴۲۱

ٻاروچا ميان، هيئن نہ ڇڏجو، هيءَ نِيو نِماڻِي ساڻ!

سُڌِ تَهين کي سوز انهِيءَ جي، جنهن لڳو ٻاروچاڻو ٻاڻ.
ٻانهي گولي تانهن جِي، پنهون پاڻُ سڃاڻُ.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، آهيان آءُ اَڄاڻ.
بخش ”سچوءَ“ کي سپرين، سندو نِينهَن نياڻ.

## ڪافي

۴۲۲

نِينهَن نِهوڙي آهيان، هاڻي جيڏيون ڪاڏي وڃان!

پنڌ پري ٿيو پِرينءَ جو، عشق اُلارو اچان.
ڪَتڻ وتڻ نہ ٿئي، چرخو ڦيرائي پڇان.
پِريَن نايُون پَٽ ۾، عشق سنديون سي ڇڄان.
موٽڻ واري ڪڏهين، ”سچو“ نہ مَصلحت مَڃان.

## ڪافي

۴۲۳

هئان ٻاروچي نال، وو نال، پَلڪُ نہ پري پِرينءَ ڪَئُون!

وَرهيہ وِيَڙم گذري، هَي هَي هڙي حال، وو حال.
ساڃنَ تنهنجي سوز جي، ڪريان ڪنهن سان ڳالهہ، وو ڳالهہ.
تي گذاريان ڏينهڙا، تنهنجي خاص خيال، وو خيال.
پُنيءَ لڳل پانهنجي، پنهون سائي پال، وو پال.
ساهہ ”سچوءَ“ جو صدقي، آهي اُتون آل، وو آل.

## ڪافي

### ۴۲۴

گوليءَ جي گفتار، ٻُڌيَوَ ٻاروچَن ۾ ڪا!

ڪُتا ڪانَ قريب جا، هِنيَڙي منجهه هزار.
آءُ پيادي نا پُڄان، سارو ساٿ سُوار.
اُنهن ڪارڻ آئيو، رئڻ زارو زار.
لڏم پير پنهونءَ جو، منجهئُون گرد غبار.
اچي شال ڀنيور ۾، ٻاروچو ٻيهار.
ٻاٽؤن ٻانهي پانهنجي، دوستَ نہ ڪجو ڌار.
ڪَن "سچوءَ" ڏي سچَ جي، مَنجَهئُون، نِينهَن نهار.

## ڪافي

### ٤٢٥

يار لڳي آءٌ هَلندي توسان، وو،
رهنديس ڪِيئن پنيور ۾.

پاءِ رڪاب پرينءَ جي، هَي هَي هاريون هوسان.
پائي مَندڙا پورَ مَئُون، راهن تي روسان.
اَوهان ٻاجهون سپرين، چاهي مُنهنجو لوءِ سان.
سورن سهرا سِرَ تي، پارئون تنهنجي پوسان.
”سچو“ ساعَتَ نہ رهي، دم ٻَاجهون دوسان.

## ڪافي

### ٤٢٦

گولَن جي آءٌ گولي، ٻاروچاڻي ذات جي!

سمجهي سگهان ڪينڪي، ٻاروچي جي ٻولِي.
عبث آءٌ پيي ناهيان، ڳالهه ڪَيَس ڪنهن ڳولي.
ڪري ڪوهيارل ويو، هِنيَڙي اندر هولي.
روئي اُنهن واسطي، چِڪَ ڪيم هيءَ چولي.
”سچو“ صدقي تَن تَـئُون، جِندُ جَنهِين هِتِ گهولي.

## ڪافي

### ۴۲٧

اڙي اَلو اَلو، منهنجي يار سَچَڻ جو، ساڻ سلامت آئيو!

اَجُ سي اڱڻ آئِيا، مون جن لءِ ورِهه وسايو.
اُهي گَڏ مسافر هِنِ گڏيا، مون جن لءِ پَندِ پُڇايو.
ڏيئي دلاسا دل کي، تن ريهي روح رچايو.
حال ياڻي اَچي سي ٿيا، جن تان چيتڪ لايو.
وريتيون وصالَ جو، هاڻ واليءَ ورق ورايو.
"سچوءَ" کي ڙي سرتيون، اهو مولىٰ مُحِب مِلايو.

## ڪافي

۴۲۸

سنديوَ سار سنيال، يار مون کي آهي، منهنجا ميان!

مون هُون ڏورڻ نہ ٿيا، الا، آهن ڪافي ڪَشال.
اَوهان ٻاجهون سُپرين، جيڻ منجهہ جنجال.
ڪريو فنا فراق کي، وجهان واجهہ وصال.
ٻاجهہ ٻاروچا تو پوي، هُهڙا ٿيڙم حال.
راتو ڏينهان روح ۾، جَڪان لاءِ جمال.
سِڪ "سچوءَ" کي سُپرين، آهي جِي ۾ تنهنجي جال.

## ڪافي

۴۲۹

تون آءُ ڙي قاصد آءُ، ميان،
ڪا خبر ڏيهؤن ڪِيئن جي!

پرين سندي پار جو، ڪو لهي اَڄ سماءُ، ميان.
منهنجو ٿئي هِت ڪينڪي، ٻاجهؤن هوت هلاءُ، ميان.
ملڻ ٻاجهون دوستَ جي، ڪندو ورهه وڏاءُ، ميان.
”سچو“ سمجهين ڪينڪي، اهو اَٿئي ڪو لقاءُ، ميان.

## ڪافي

### ۴۳۰

آءٌ تان صدقي اُن تئُون، جي آيا پُنهل جي پار!

مُکم نياپا نينهن جا، هوتن ڏنهن هزارَ.
محبت محبوبن جِي ڪئي، هِنيَڙي ۾ هُشڪار.
وچي ڏسنديس اکڙين سان، ورڻ سندا وٺڪار.
سِڪ ”سچوءَ“ کي سرتيون، ڪيا اندر ۾ الغار.

## ڪافي

### ۴۳۱

اوڏانهن آئين ڪانگل اَدا، لنؤ تون چَڱي اَڄ لاتَ ڪا،
ڪِي هُتَ هئي محبوبن ڪي، مشتاق جي مصلحات ڪا؟

هيڏي اَچڻ جي ڪا هُين، ڏي تون مون کي تسلات ڪا،
مون هن نماڻيءَ وٽ اُتي، رهندا اَچي هِتَ رات ڪا؟

بي تان هوندي هيٺي ادا، ظاهر نہ جهڙيم ذات ڪا،
پيغام مون ڏنهن پرتَ جا، ساڻي آندوَ سوغات ڪا!

شب روز عاشق رئڻ ۾، چاڻن نہ هَڏ ٻي بات ڪا،
جاني جدائيءَ جيهڙي، آهي نہ ٻي آفات ڪا!

هيڪند هئڻ جي هوتَ سان، سائين ڪندم ساعات ڪا،
دلبر ٻاجهون ڪدم ”سچو“، بيهي اُها برسات ڪا؟

## ڪافي

۴۳۲

عشق اَول آزمائي، ڪاڪيون ڪيچن جو ميان!

سِر تي سهج، وو، سور ستاٽا، ٻاروچو ٻولائي.
صحيح ملندم هوت حقاني، رانولُ مون رولائي.
عاشق صادق سڻ ”سچيڏنا“، ڀول نہ ڪنهن ڀولائي.

# ڪافي

## ٤٣٣

سانول، سوين ڳُڻَ تنهنجا تي ساريان!

هُيا منهنجي هِنيَڙي اندر، سي تان ڪيئن وساريان.
واتان اچڻ جون، وو، تانهنجون ويٺي سي نت نهاريان.
اوهان ٻاجهون سُپرين، گوندر ڏينهن گذاريان.
جهُري جهوريءَ ۾ پيو، هِنيَڙو ني هاڪاريان.
”سچو“ سگ در تنهنجي جو، تنهنجي ڪڏَ قطاريان.

## ڪافي

### ٤٣٤

ڪنهن کي هي حال چوان اَديون ڙي، واءِ ويلا جو!

ڏيرن ڏيئي چڏيا، موتي سور نوان، هي حال چوان!
مهٽا محبوبن، ڏنا پاڙ اوهان، هي حال چوان!
”سچو“ سِرواڻن کي، وجي پيرين پوان، هي حال چوان!

## ڪافي

### ٤٣٥

عشق تنهنجي ماري آهيان، آءُ اَچي ڏي دوست دلاسو دل کي!

سگهه نه ساريان پنڌ ڪرڻ جي، پلو ميان، ڪيچ وڃڻ ڏي ڪيئن ڪاهيان!
آءُ تان ٻانهي تون تان سائين، سَگهه نه ٻيو ڪو ساهيان!
ڪم اچي جي هي سر تنهنجي، ميان، تان پيي نابِر ناهيان!
آءُ اَڄ سونهين سونهين ناهيان، ڪاڏي ڪرهَل ڪاهيان!
هوت ڪرين ٿو هٿڙيون، ميان، اَسَر هَڏ نه لاهيان!
اگهڻ آءُ تون يار پيارا، سڀ پلايون ٿي پانيان!
ورهه اوهان جي ڪيئي ولوتيا، ”سچو“ چوي آءُ چاهيان!

## ڪافي

### ٤٣٦

دل ناهي سا منهنجي وس، ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

انهن اَکڙين کي، ناهي ڏسڻ ڪَٿُون بس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
اصل لاڪون آهيان، پاڙيچون پروس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ڪاڪيون آهي نہ عام سان، روح هنهنجڙو رس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ٻاجهون ويڙهي دوستَ جي، ٻي ڳالھ نہ لڳي ڪس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان،
ساھ ”سچوءَ“ جو سرتيون، دوستَ وٺي ڪيو وس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

## ڪافي

### ٤٣٧

پارؤن تان پِريَنِ، جيڏيون، اچن اُهي اولانيا.

تيلهان ترسين تار ۾، جيلهان محبت ناهي من.
ڪيئن چانگار چِڙن جي، ڪوڙي پيڙ ڪن؟
سڪ سچي جن ساهه کي، سي تارؤن نا ترسن.
ڪين اسان ڪَئُون اَنهنجون، ڳالهيون تيون وسرن.
آءُ اسانجي پار ڏي، پيون تان ڏيئي پَن.
عشق ”سچو“ جن آهيئي، سي تان روءِ رَسَن.

# ڪافي

## ۴٣٨

ڪاڪيون مون ڏي ڪالھ، دلبر لکيا دلاسا!

اِيندا اَڱڻ سي تانھنجي، جَن لءِ سِڪينءَ ٿي سال.
ھاريون! ھجر فراق جو، واريو ورق وصال.
سَرھو ٿيڙو ساھُ مون، لاٿؤن ڪُل ڪَشال.
ڪَرم ڪيائون پانھنجو، مُنھنجي ني چاھي مجال.
ٽِرُ نـ ماندو تون ٿِئين، لَھندءِ ”سَچو“ سنيال.

## ڪافي

۴۳۹

ديواني هِن دل ڪَيَو، ڪو دوست دلاسو ڏيو!

تو ٻاجهَون سانول سائين، ڇئو ڪير ڪو پُچندو پيو؟
توهون الاجي ڪيئن سائين، سو واعدو وسري ويو؟
گُهرجي سعيو تَنهن جو گهٽو، جو پيش اوهان جي پيو.
ڪنهن کي ڏيان هِيءَ دانهڙي، هَي بِره بيراڳي ڪيو.
هَي هَي نِي هھڙو حالڙو، اَي يار تان تو ريءَ ٿيو.
هِيءُ ساهه منهنجي سَرير مؤن، هَي تان تنهنجي نازن نِيو.
نِجهري نِماڻيءَ جي اَچي، هڪ ڏينهن پاءِ لالن لِيو.
ڪيو ڪالهه هادي قول تو، مِڙني اڳيان مون سان اِهو.
هوندس ”سچو“ توساڻ آءٌ، تو پِيرُ ’عبدالحق‘ چيو.

## ڪافي

### ٤٤٠

عشق اَکين نيئي لايو، مَستانن سان!

سِر متي مون سَرتيون، وِرهي مينهن وسايو.
البت ويندس اوڏنهن، پَلُ پاڙيچون نہ پايو.
آءُ ڪيئن ويهان ماٺ ڪري، سورن هٿ سِجهايو.
جا سيبايَو سَرتيون، ڳالهہ اُهائي ڳايو.
حاصل آه حبيب جو، ”سچوءَ“ تي سڀ سايو

## ڪافي

۴۴۱

مون کي مِهٽا ڏئي، مَرُ ڪا پارؤن پِرينءَ جي!

هيءَ تا حبيبن ري، پيالا زهر تِي پئي.
ڏوڙو ڏکي مون پرائيو، هَي دوستي جي وئي.
روز پرينءَ جي پار ڏي، مون کي نينهن تو نئي.
سارو ئي ڪم ”سچو“ تيو، پُنيءَ دوستي جي پئي.

## ڪافي

### ۴۴۲

پائي ڏوھ پنھنجي اندر ۾، آءُ دوست تو در آئيان!

راتو ڏينھان پنھنجي روح ۾، تنھنجا سوين ڳڻ ڳائيان.
ڏڻ ڏوراپو ٻُڌي، آءُ پلؤ توکي پائيان.
زاريون ضعيفيءَ مؤن ڪري، پرين توکي پرچايان.
جا تو پٽي پيزار جي، سا کھ لِڱن کي لائيان.
سڀ ڳالھ پنھنجي سِرَ جي، توکي ”سچو“ سمجھائيان.

## ڪافي

### ٤٤٣

وڃي شال ڏسان، پنهون، تنهنجو ڪيچ واليءَ وسايو!

اَديون اوٺارن کي، آيل، رتيءَ منجھ رسان.
ڪاڪيون ڪوهيارل کي، آيل، پُڇِي شال پسان.
وندر جي واٽن تي، آيل، گوڏن پر گسان.
هاريون هوتياڻن جي، آيل، ويڙهي منجھ وسان.
وڃي ڪيچ وڻن ۾، آيل، هوتن ساڻ هسان.
"سچو" سپرين سان، آيل، ڪنديس چاھ چَسان.

## ڪافي

۴۴۴

تيون ورڻ جون وايون، يار سانگيڙي جون!

هٿ پانڌيءَ جي، پارؤن پرينءَ جي، اهي سي خبران آيون.
ڪُونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏهون، اسان ڏي يار اُڏايون.
اگڙ اُهوئي اسان پرين جو، شل جدا نہ هونديون جايون.
ڪيئي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي سي هوت هلايون.
ناهن ڳالهيون هي ڳَرهَڻ جهڙيون، ”سچو“ ري سوز سَلايون.

## ڪافي

### ۴۴۵

هاڻي ڪنهن سان ڳَرهيان ڳالهہ، هاريون پنهنجي حال جي!

پرين نيندا پاڻ سان، پينر، پنهنجي پال.
ڪرڻ عرض عجيب ڪي، منهنجي چاهي مجال.
ڪندي پورهيو ڪيچ ۾، جي نين نماڻي نال.

## ڪافي

### ٤٤٦

منھنجي ساھ سڄڻ کي ساريو،
مون کي ڳالھ تنھين جي ڳاريو،
ھوءِ ھوءِ ھوءِ!

اَديون آرياڻن جي، وڃي توڏن تونگِ تنواريو.
مون من گڏي گوندرين، ڪيچي ڪيچ قراريو.
ھِھڙن ھوتاڻن کي، وريتيون نہ وساريو.
جيءُ سَچوءَ جو سرتيون، سندن عشق اُجاريو.

## ڪافي

۴۴۷

چَپَر تان نہ چڏيندين، پلوڙي، پنهل يار!

پاڻ سڃاڻي پانهنجو، گولي ساڻ گڏيندين.
اگڻ آسروند جي، آرياڻي تو ايندين.
اهو اتم آسرو، نال نماڻي نِيندين.
پکا پکن سامهون، اوري شال اَڏيندين.
سڪ ۾ سور "سچوءَ" کي، بلوچا، بخشيندين.

## ڪافي

۴۴۸

گهوريو هي تہ پنيور، مون سگّي ٻاروچن سان!

مَرَڪُ تان معذورِ ڪي، سندو هوتن هور.
راتيان رئان وڏ ڦڙا، ڏينهن سارو ئي ڏور.
آهي آرياڻيءَ جو، ديوانيءَ ڪي دور.
سچو ڳالهہ اُنهيءَ جي، شوق مچايو شور.

## ڪافي

۴۴۹

دیس اسان جڙي آيو،
ٻڙيون، ٻاروچو؛
مولئٰ سو آڻ ملايو!

اَچڻ ٻاروچي جي ڳل نہ آن ڪي، تيلهان ٿيون ورھ وسايو.
ويڙهي اوهانجي وسي ٻاروچو، پري چو پنڌ پڇايو؟
اڱڻ اوهان جي آهي سدائين، گهوري تان پاڻ گهمايو.
آءُ نمائي عيبَن هاڻِي، پاڻ پرينءَ پرچايو.
پنڌُ ويني يار ”سچوءَ“ جو، ڪيو سو هوتَ سَجايو.

## ڪافي

### ۴۵۰

اَچن تا پرين اَچن تا،
سل ڪي ساتي، اَچن تا؟

طرفے اسان جي هين تياري، پَهَ اجا ڪي پَچن تا؟
اديون آتش عشق جا، من ۾ مچ مچن تا.
پَسڻَ ڪارڻ پرينءَ جي، نينهن وارا هِتے نَچَن تا.
”سچو“ سُورهيہ ڪيترا، رنگے انهيءَ ۾ رچن تا.

# ڪافي

## ۴۵۱

اها ڳالهه سچڻ تنهنجي، ڪنهن سان آءٌ تان ڪريان؟

اوهان پاجهون سپرين، ويتي هٿ ڏکڙا ڏريان.
هي سِرُ سارو ساهه سان، آڏو تنهنجي دوستڪ ڌريان.
وِرهَ اوهان جي هٿ وساريا، پاڇاٽن ڪي پنڌڙا پَريان.
دوستڪ اوهان ريءَ ديس اُنهيءَ ۾، سورن جا تي سڏڪا پريان.
”سچو“ چوي سپرين، تنهنجي صورتڪ ريءَ ويتي سور تريان.

## ڪافي

۴۵۲

منهنجو هوتِ پنهونءَ سان، نينهڙو لڳو!

پَرو پِيڙم پاڻ مون، پينرڙي منهنجو پول پڳو.
ٻيائيءَ جو بند پيو، ڪاڪِيون توڙيو عشقَ تڳو.
مون کي اوڏنهن آئيو، سرتيون سندو وِرهه وڳو.
پرين ”سچو“ آهي پاڻ سان، جيئن سُئيءَ منجھ سَڳو.

## ڪافي

### ۴۵۳

پُڇيون ڪي پِريَن، حالَ منهنجي جِيُون خبران، ساڻيو ڙي!

ساهه سِڪي ٿو جن ڪي، مون کي ڪِي سارِنِ؟
هِنِ دم دلاسا ڏنا، سَرتيون ساٿيڙنِ.
تون هِتي ڪهڙيءَ ڳالهه ۾، هو هُتي ياد ڪَرِن.
آهين جَنين جي آسري، سي تو ڪاءِ چَڏن.
”سچو“ سَنگتِ پانهنجي، مانَ غريبِ گڏِنِ.

## ڪافي

### ۴۵۴

پَسَڻَ ڪارڻ پِرينءَ جي، ڪيا آڳَمَ اَکڙيَن!

مِلَڻ لاءِ محبوب جي، تيون راتو ڏينهن وسَن.
جهُورَ نه لَهي جهڙَ جِي، تي ڪڏهين ويڳاڻن.
سدا ساوڻ تَن کي، بوندان بس نه ڪن.
”سچو“ سُپرينءَ لاءِ تيون، جهوريءَ منجھ جهجِهَن.

## ڪافي

۴۵۵

بِره بيراڳي ڪيو ڙي جيڏيون، مون کي درد ديوانو ڪيو!

پُڇو ڪيم طبيب پيا، مون کي نِينهَن سو نِيو.
هاريون اَچي اوچتو، پُور پِريَن جو پِيو.
اَندوه عشق عجيب جو آهي، ڏکِيءَ کي نِي ڏيو.
جو اَمُرَ اوراڻو ڏنو، سو تان ساڳِي ٿيو.
سَرتيون پاجهؤن سوز جي، آهي جُتِن گاڏون جِيو.
راتو ڏينهان روحَ کي، خيال ڪيو هِن کِيو.
”سچو“ باقِي سَچُ ٿيو، غير وچؤن تان ويو.

## ڪافي

### ٤٥٦

تيون وَرَڻَ جِيون وايُون، يا سانگيڙي جون!

هَٿ پانڌِن جي پارؤن پرين جي، اِهي سي خبران آيون.
ڪونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏَنهُن، اُهي سي دوست اُڏايون.
اَگڻ اهوئِي اسان پرين جو، جدا نہ هونديون جايُون.
ڪئِي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي هوت هَلايون.
ناهِن ڳالهيون هي ڳرهَڻ جهڙيون، ”سچو“ سي سوز سلايون.

## ڪافي

### ۴۵۷

گھٽا وچي ڏينھڙا لايا، يارَ پياري، ميان!

آءُ ڙي پانڌي ڪَلَ ڪائِي ڏي، ھُئن اَچڻ جا سعيا؟
اُنھن ڪارڻ راتو ڏينھان، مون تي وِرھ وسايا.
ڏينھن انھيءَ ڏي ڏسان ڏھاڙيون، ھُن تي ڪانگ اُڏايا.
يار مسافر مولٰيٰ مھر سان، ساڻ غريب گڏايا.
تورا تَن جا ”سچو“ سنياري، جي اِجھي چوَن اَج آيا

## ڪافي

۴۵۸

حال منهنجو ڪونہ ھو، جيڏيون ڙي، پنهنجو ڪرم ڪيائون!

معافي ڪيائون منديون، ڏوهَن ڏي نہ ڏنائون.
جيڪو حال احوال هو سائين، پاڻؤن پاڻ پُڇيائون.
پاڻ پنهنجو پاڻهين، ساڻ غريب گڏيائون.
”سچوءَ“ کي ڪيئي سرتيون، تي دلاسا ڏنائون.

## ڪافي

### ۴۵۹

گهوري گهوري گهوري، وو ميان،
جند سَچَڙ تو تان گهوري!

راتو ڏينهان، وو، آهي اوهان جي، سائين، جهوري جهوري.
ڳچيءَ وِڌيَو عجب جيهي، سُهڻا، ڏوري ڏوري.
تَندُ نـ ڇاڻان، وو، ڪنهين هيءَ، سُهڻا چوري چوري.
دل ڪسيائي، وو، لُٽي نِيتِيائِي، حاڪم، زوري زوري.
اول آساني ڳالهه تي، پوءَ ڪيڙ، سائين، ڳوري ڳوري.
”سچوءَ“ لايو سَچَ منجهارؤن، لالن، لوري لوري.

## ڪافي

### ٤٦٠

ڙي جيڏيون، هاڻي گهوريو هوتن ري، سارو شهر ڀنڀور!

لاهيندا، وو، لُطف مان، ميان، هن ڏکيءَ کؤن ڏور.
هي هالاڻي آن جي، شعلو وڌڙو شور.
منٿ نہ منهنجي موٽيا، زاري آهي نہ زور.
درسن ساڻ دفعي ٿيندو، سندو هنيڙي هور.
”سچو“ سندين راه تي، هڪ جفا ڀيو جور.

## ڪافي

### ٤٦١

اَڄ هوتن ريءَ هِتي هاڻ، ٻيا ڪير لهن مون ساران!

قاصد ڪيچ وٽن ڏَنهُن، آتُي سِگهڙو آڻ،
تي روز وِڄهايان ٿاران.
وِڄهان وِڄاڻا ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ،
يار ملن شل ياران.
آيون اِنهي پار ڏهون، اديون ڪُرڪاڻ،
ڪونجن جون پِيي قطاران.
سَنجهي صبح سرتيون، ميان ٻاروچي جي ٻاڻ،
آهِن ”سچو“ کي سنياران.

## ڪافي

۴٦٢

ڏک وڏو وئين ڏيئي ڏيئي، وو، يار سچڻ اَڄ مون کي!

اوهان ٻاجهون يار پيارل، حال اسانجِڙو هيئي هيئي.
پرين ڏسيجو وڙ پانهنجي ڏي، اسان هٿئون جي پيئي پيئي.
ياد ڪريجو ڏينهن اُهي ئي، ڳالهيون ڪيَوَ گڏ ڪيئي ڪيئي.
هو جي ڪيون ڳالهيون توئي سان، نينهن "سچوءَ" ري سيئي سيئي.

## ڪافي

۴٦٣

ڪالھ، اَسان تو ڪيون ڪيون، يار سچڻ، ڳجھيون ڳالھيون!

ٿين پراٽيون ڪينڪي، نِتے سي آھن نَيون نَيون.
رھيون آھن روح ۾، چڱيون اوھان جي چَيون چَيون.
ڪين وسرن ساهَ ڪئُون، اُھي تان پاڙڻ پَيون پَيون.
مٿيون ڳالھيون تانھنجيون، ھن ”سچوءَ“ ساهَ سَنيون سَنيون.

## ڪافي

### ٤٦٤

تون تہ پاڻهي تو سائين چاڻي،
ڪيهو حال چوان توکي هاڻي!

دل ديواني ڪيَئِي اسانجي، مُحبِ اَوهانجي ماڻي.
ڏوهن ڏي ڏس ڪين اسانجي، سائين تون پاڻ سڃاڻي.
دردمنديءَ جي دل توئي سان، اکِن اَڙائي آڻي.
ڪڏهن اسان وٽ ايندين دلبر، ويٺي وجهان ويڃاڻي.
سوال ”سچوءَ“ جو آهي اهو ئي، تنهنجو عشق نہ شال اَڪاڻي.

## ڪافي

۴٦۵

آءُ آرياڻي اوري، آءٌ دامن لڳڙي آهيان!

سِرُ پنهنجو سُپرين، گهَرون آيَس گهوري.
هِيءَ ڪميٽي ڪينڪِي، ڏونگر سگهي ڏوري.
ڪا جا تَندُ طلب جي، چِتِ وئين تون چوري.
نيو پاچياڻي پاڻ سان، تِرُ نہ رهي تو ري.
”سچو“ سَگ اَوهان جو، ڪيئن پُڇي تنهنجي توري؟

## ڪافي

۴٦٦

ڏِس ڪهڙيون ڦيريون پائي، اِهو لِڪ لِڪوتِي يارُ سچڻ!

غمزي هڻ غيرت ٿِي، جو عشق لَڪَن سان لائي.
عِلم عقل ويو اڏري، عين عشق جي آئي.
طَبل ٻيا سڀ تم ٿيا، جڏهن نوبتَ نِينهُن وڃائي.
نحو صرف ويو وسري، جاتي پاڻ خيال کُپائي.
رَمز پنهنجي راز جِي، تو "سچوءَ" کي سمجهائي.

## ڪافي

### ٤٦٧

اڙي مهر پَئي، مون کي يار سَڄڻَ،

قدر پيو مون کي ڪاڪيون، نِي وو وو، ويڇن وِئي.
اَثر منهنجي درد جو اديون، شال طبيبن ٿِئي.
ورهيه ويڙا گذري، هِن عاشق آهون ڪِئي.
وِره وهايم جيڏيون، پوئتان پُرجهڻ پِئي.
ٻُڪي ڏين جي ٻاجهَ جِي، تان جيءُ "سچوءَ" جو جِئي.

## ڪافي

۴٦٨

آهِ علاجُ نہ ڪوئِي، هِنَ اَڪن ماري آهيان!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، حال اِهو ئي روئِي.
ڦَٽِيون ڀُڪيون لکين هزارين، ڪيون طَبيبان توئِي.
ناحَق ڀڏين پَٽِيون، ڪل نہ حاذقَ هوئِي.
ويچ وٺِي وچ واٽ اِهائي، سانولُ اِيندم سوئِي.
دست سچڻ جي دارون آهي، ”سچو“ يار سَيوئي.

## ڪافي

### ٤٦٩

نِينهُن ڏاڍي سان لائيوسي، آءٌ تان هاٽي ڪيئن ڪريان؟

عشق سَوَلو سَرتيون، هُتي سَيَر ٻاپوسي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو تان پَلءِ پاپوسي.
پُڇي اسان جا پَڪڙا، اديون اِجهو آيوسي.
ڀينَر شهر ڀنڀور جي، هِتي طَعنن تاپوسي.
سوئِي ”سچو“ سِر تي، هاٽي چُمي چاپوسي.

## ڪافي

۴٨٠

منهنجو هِينئَڙو هوتن ساڻ،
ڪهڙي ڪريان بِي آءُ تان ڳالهڙي!

وندر سنديءَ واٽ تي، پُرزا ڪنديَس پاڻُ.
اَچي لڳو مون اوچتو، پاروچي جو ٻاڻُ.
دعا ڪريجو جيڏيون، شالَ موٽي مُئيءَ جو ماڻُ.
وِيَڙو درد فراقِ جو، ڏيئِي ڏکيءَ کي ڏاڻُ.
اڱڻ ايندو تانهنجي، ”سچو“ سو سرواڻُ.

# ڪافي

۴۷۱

ڪالهه اَسان وٽ ويهِي ويهِي، وو يار سڄڻ، ڪَيَو ڳالهيون!

سي نہ وسرن ساهہ منهنجي کي،
ڳالهہ ڪريان ٻِي ڪيهِي ڪيهِي!

ٻهَر پاروچا پاجهہَ پَئِي تون،
آءُ پکي هِن پيهِي پيهِي!

ڏينهن ٻہ ٽي چار دوستہ اسان جِي،
رَمزُن سان دل ريهِي ريهِي!

هُج هميشہ يارَ اسان وٽ،
پِرين نہ ٽِج پَر ڏيهِي ڏيهِي!

ڪيو بيراڳي ڏينهن تنهن لاڪُون،
دوستہ ”سچوءَ“ جي ويهِي ويهِي!

## ڪافي

۴۸۲

يار چڱي تو تان مون سان لائي،
ڙي دلبر، لائِي!

دوستڪ دلاسي جي دردمندن ڏي، مُج ڪتابَتَ ڪائِي.
تنهنجي اَچڻ جي يار پرين ڙي، هِتِ وري تي وائِي وائِي.
جا وٺيوَ دل پنهنجيءَ کي، ڪيوَ سانول سائِي سائِي.
خبر خوشيءَ جي پارؤن اوهان جي، اَڄ اسان وٽ آئِي آئِي.
حال ڏسي ڪري يارَ ”سچوءَ“ سان، تيءُ اَچي ڏُکَ يائِي يائِي.

## ڪافي

۴۷۳

اِجھي آيا، ڪِلي گڏيا سي، جن جي ڪارڻ پانڌي پُڇياسي!

فَلڪ فِراقِي، ڏِينهن ڏُھيلا، اُھي سي ٻِي وسري وياسي.
پاٽئُون ڇاٽي، سي پيھي آيا، جِن جي ڪارڻ چِلا ڪياسي.
اسان ٻانيو تہ آرام ٿِيوسي، ناز نيٽن جي ناگھ نياسي.
ويڙھي اسان جي ”سَچُو“ آيا سي، طرفے جنين جي قاصد ڪڍياسي.

## ڪافي

### ۴۸۴

متان تون مونکي ڇڏين،
سُونهان ڙي سچڻ جا!

محبوبن سان نانءَ ڏٺيءَ جي، نيئي غريب کي گڏين.
نتو ڇاڏان ڏينهن اُهوئي، ڏيندو الاجي ڪڏين.
جڏهن تون حاضر ٿئين حضورين، نانءُ ”سچو“ ڪري سڏين.

## ڪافي

### ٤٧٥

ڪاڻ اچڻ تنهنجي ڪندي آءٌ، هِتِ حيلا هزارين وي!

پرچ پرين ڏِس پاڻ ڏي، بِرهه اوهان جي بندي آءٌ،
وري مان نهارين، وي.
پَرچِي اگهڻ آءٌ تون، پايان ڳچيءَ منجهه گندي آءٌ،
يار گڏ گذارين، وي.
جيهي تيهي هوتَ اَوهان جي، چڱي سا توڙي مندي آءٌ،
سا تون چو ٿو وسارين، وي.
اَوهان ڀاڄهون سُپرين، نيٺئُون وهايان ندي آءٌ،
پيو ”سچو“ پنارين، وي.

## ڪافي

### ٤٨٦

آهي صبح انجام، پرين، تنهنجي پَلا پار ڏي!

اَسان ڪنيو تان تنهنجو، سِرَ تي ڪُل ڪمامُ.
دانهون ڪري درد مؤن، بِرهُ نہ ڪر بدنامُ.
جي تون پُڇين ڳالهڙي، طلب نہ ڪَج تمامُ.
اگڙ اچن تا تانهنجي، عاشق ڪر آرامُ.
”سچو“ سَيو تانهنجو، ڪَيوسي قبول ڪلامُ.

## ڪافي

### ۴۷۷

ناهي ويچاري سا وَس، هِيءَ تا بيوس آهي، ميان!

پِرين پنهنجي پارَ جو، ڏاها ڪو پَهُ ڏَس،
تنهنجي ڪَس، نِي، آهي، ميان.
اَول آخر آهي ئِي، رانول منهنجِي رَسِ،
تنهنجي وس، نِي، آهي، ميان.
اَوهان ٻاجهُون سُپرين، ڳالهيون نہ اَچن ڪَس،
روحَ رَس نہ آهي، ميان.
پُڄَاڻان پِرين جي، آهي ينيورَ ڪَنئُون بَس،
سو تان چَس نہ آهي، ميان.
ساڻ "سچوءَ" تون سُپرين، هوتَ ڳالهائِج هَس،
ٻيو ڪو جَس نہ آهي، ميان.

## ڪافي

۴۷۸

هوتَ اسانوتےَ اِيندا،
وٺِي نال پِـي نيندا!

سَوَ دلاسا سَرتيون، هِنَ ڏکيءَ کي ڏيندا،
گولِي پاڙ گڏيندا.
پَکا پاڇياٽِن جي، اوڏا آڙِ اڏيندا،
چوري تان نہ ڇڏيندا.
جانچي ڏسجو جيڏيون، هِڪُ تَڪِيءَ سان تيندا،
وري پوءِ نہ ويندا.
پَسِي حال حَقيرِ جو، بَديون تان بخشيندا،
”سچو“ نانؤُ سڏيندا.

## ڪافي

### ۴٧٩

جِي آئِين، پلِي آئين، ڪيچي ڏٺُو ڪالهَ ڪاتي!

سِگهو سِگهو تون ڏيج سَنيها، ڏينهن گهٽا چو لائين.
تورا لائين تو هِن ٺَڪيءَ تي، پير اگهڙ جو تون پائين.
پاڙُ توئِي تَئُون ڪريان قربانِي، جو ڳالهه سچڻ جي تو ڳائين.
طَرفؤن تنهنجي هيءَ نِماڻي، سَيِ پلائِي تِي پائين.
ڏيهُ سچڻ جو، ڏَسيون ڏهاڙيون، ”سچو“ تو ڪانگَ اڏائين.

## ڪافي

۴۸۰

آءُ ڪانگا ڪا ڪر، ڙي، مون سان هَر هَر پيو ڪر، ڙي،
مِٺِي ڳالهه پرينءَ جي!

ڏاها ڏٺوءِ ڪِي وڃِي، اُهي پرين ڪهڙيءَ پَرِ، ڙي؟
ڪِي حال پُڇِيائون هِن جو، ڪا ڪندا ويچاريءَ وَر، ڙي؟
مُحبن جي ميلاپ جِي، ڪا ڪندين پيٽِي پَر، ڙي؟
آءٌ توئِي توُن صَدقي، هوئين دوسائٽي دَرِ، ڙي.
پِريان سندي پار جِي، سِڪ "سچوءَ" کي سَرِ، ڙي.

## ڪافي

### ۴۸۱

ڪالهه قاصِدَ اوڏاهون آيا : چي، جاني اِيندءِ اَج جائِي!

اَسين تان اوڏاهون اَج آياسي، هُئن اَچڻ جا سَعيا،
ڪيچ هُئِي هيءَ وائِي.
سِڪين سارين جن ڪي، وو ميان، واليءَ پوءِ وَرايا،
اَچي تيندءِ ڏُڪَ پائي.
ڏينهن گهٽا تو هوتِ پنهونءَ ري، وِرهِي مينهن وسايا،
آئي اُڏاهون واڏائِي.
اِجهي اِيندءِ سپرين، وو ميان، ڏينهن گهٽا جَن لايَا،
ڪَلَ نہ پوندءِ ڪائِي.
”سچو“ سِڪندي سال تيا، وو ميان، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا،
وجي هِي عُمر اجائِي.

## ڪافي

### ٤٨٢

ڙي ساٿيو، منهنجي يار جِي، ڪا ڳالهہ اَچِي مون سان ڪيو!

آهي آرامِي ڪِي يار اسانجو، ٻُڌي سا ووءِ ووءِ وَريوَ؟
جي هيڪَندَ ٿِيان هوت سان، تا ڪاج سيو مون سَريوَ!
ٻيهَرَ مون سان ڪيچ ڏي، ڪي وڪان ٻہ ٿي چوندَ پَريوَ!
ڏونڌ ڏوراپو يار سچڻ تي، مَتان ڪو پانڌِيَو ڏَريوَ.
سوز ”سچوءَ“ جو سَڳي سُٽڻ سان، ڳوڙها سو ڳاري ڳريوَ.

## ڪافي

۴٨٣

وڃي پَڪا پُڇائيج، تون ساڻِي ڙي، سڄڻ يار جا!

هِي تان حال حَقيرِ جو، وڃي سارو سُڻائيج.
هِي نياپو نينهن جو، وڃي پانڌي پَهُچائيج.
پاند ڳچيءَ ۾ يار کي، پارؤن مون پائيج.
ڀِڻَر ڀاروچا وري، وو، اَچي وِرِهه وسائيج.
”سچوءَ“ ڏي ڪنئُون سُپرينءَ، ڪِي چڱو چوائيج.

## ڪافي

### ۴۸۴

مون کي نينڍ تا نيَڻ، هَر هَر حبيب ڏي!

دل جوش ۾ خروش، اکيون روز رتَ رُئن.
شُڪر آهه خداءِ جو، دِيدان ديدار ڪَرَن.
پارؤن يار لَکَ هزار، مون کي مِهَٽا ڏيَن.
سِرَ تي "سچوءَ" سيِ سَهايا، پينر پَلِي چوَن.

## ڪافي

۴۸۵

رهبَر اِئين چوَن، اَج اڳڙ تنهنجي اِيندا!

تُون ڪيئن وسارين تَن کي، جي تو گهٽو پُڇَن.
در تنهنجي دوستڪ اُهي ئي، اج تا اِجهي اَچَن.
پَڪا پانورَ ڪَٽِي ڪري، اوڏا تنهنجي اَڏن.
”سچو“ سندي حال جِي، ساري خبر لَهَن.

## ڪافي

۴٨٦

دارون ڀيو نہ ڏئين، آهي طبيبُ عشق منهنجو!

دپليون دارونءَ سنديون، موتي نال چو نِئَين؟
ڳالھ اِهائي عاشقن جِي، هيءَ لاءِ سان هِنئَين.
اوڏنهُن اولانيو آئِيَو، چو ويجَ ڏي وئَين؟
رَکي ”سچو“ ڙي سوز سيني ۾، تان تون ’سچو‘ ٿئين.

## ڪافي

۴٨٧

ياد اهي مون کي آيُون، ڪيئي ڳجهيون جي ڳالهڙيون!

اَوهان جي بہ اَچڻ جون، تيون وري هِتے وايون.
درد منديءَ جي دل کي دلبر، ورهُ وجين ڪيئن لايون؟
نانءُ سائينءَ جي سهڻا سائين، چِتُ نہ وج مون تان چايون.
آءُ تہ ڏينهڙا گڏ گُذاريون، هِتے ويٺا ورهُ وسايون.
ڏوهَن ”سچوءَ“ جي ڏي نہ ڏسو، جو هِتے تا سَندوَ سڏايون.

## ڪافي

### ۴۸۸

دوستَ ڪي دانهون سُڻي، مَنَ مِهَر ڪا مون ڏنهُن پوي!

درد مندن جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪِيڻو لَوي.
پيغامَ پرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويهو چَوي.
عاشق آهي اُڪنديو گهڻو، تو راند روئڻ جي رَوي.
سِرَ پِرَ اسين ايڏانهن اَچون، يا ڪي اوري ايندءُ اوهي؟
”سچو“ سَدا سِڪَ سوز ڪؤن، پيو ماڻُ محبت جو مَوي.

## ڪافي

### ۴۸۹

مُحبن مُڪَا مون ڏي وري، اڄ ڏوڻ ڏوراپا ڏِئي!

سُڻي سَنِيها يارَ جا، ٻولي ٻَڌيُم ٻانهون ٻئِي.
دل ديري ڏي دوستَ جي، وهندو اِنهيءَ ويلي وئِي.
مون کي وساريو ڪيئن اَتئي، مون پرتَ توسان پئِي.
تنهنجي اسان جي وچَئن، ڏس ڏينهن ويا گذري ڪَئي.
مون تان ڪيون تو ساڻ جي، سانيج "سچو" ڳالهيون سَئِي.

## ڪافي

### ۴۹۰

اَڄُ اَڱڻِ اِڇهي آيَم، پَرديسي گڏيم، ميان!

پيهِي پڪي آئيا، لنؤ جنِين سان لايَم.
ڪوڙين قاصد ڪيترا، هوتن پار هَلايَم.
پُڇِيم جَن لاءِ پَنڌڙا، سي واليءَ پوءِ وِرايَم.
اُنهن ڪارڻ سرتيون، سِرَ تي سورَ سهايَم.
سيئِي "سچو" آئيا، جَن لاءِ ڪانگَ اُڏايَم.

## ڪافي

۴۹۱

ناهي ڏوراپو ڪو ڏيڻ اوهان کي، يار تو سان مُنهنجي زاري!

روز اَزل کؤن چاڙهيئِي اسان تي، بارُ برهه جو باري.
جاتي ڪاتي صاحَب ساريان، يارَ اوهان جي ياري.
راتو ڏينهان ڳالهه اَوهان جِي، ٻِي وائِي مون تہ وساري.
درد منديءَ سان، ڪنهن ڏينهن دلبر، ڪر ڪا وروهَن واري.
حال اَحوالَ جِي آهي اَوهان کي، سُڌ "سچوءَ" جي ساري.

## ڪافي

۴۹۲

آءُ تنهنجي، سارو عالم ڄاڻي، يار چڱي تو تان لائِي، وو!

گھوريو پرين پرديس اوهان تؤن، ڪَر اَچڻ جِي وائِي، وو.
اَندر اَسان جي يار سچڻ وي، سَندِيَوَ سِڪ سَمائِي، وو.
طرفے اسان جي شالَ اوهان جِي، ٿئي ورڻ جي وائِي، وو.
مِهڻا ڏئي تو لوڪ مِڙيوئِي، دوستے تو تَئُون دل چائِي، وو.
شالَ "سچوءَ" جِي يار پيارا، لهين تان سُڌ سيائِي، وو.

## ڪافي

### ۴۹۳

آءُ ٻانهِي تُون سائين، وي،
پاتم پاندُ ڳِچيءَ ۾ ڪپڙو!

طرفَؤن تنهنجي يار پيارل، ڪانگ اَچن مَن ڪَائِين، وو.
نانؤ مولا جي مهرَ پَوَئي ڪا، ٿورا مون تي لائِين، وو.
روز ازل ڪَنئُون تنهنجڙي آهيان، غير نه مون کي پائِين، وو.
هڪڙي ساعت اگڙَ "سچوءَ" جي، پير مُبارڪ پائِين، وو.

# ڪافي

## ۴۹۴

اُهي اڱڻ منهنجي آيا، وو، جَن ڪاڻ سي پِيرَ پُڇايَم تي!

پَڪي اَسان جي پيهِي آيا، ڏينهن گهٽا جن لايا، وو
جن ڪاڻ سي پوتيون پَتايم تي.
جن لءِ روز نهاريم راهان، مولا سي محبب ملايا، وو
جن ڪاڻ سي ساتِي سَنيايم تي.
هِنَ غريب ڪي گڏ نِيَڻ جا، ڪيا سي سچڻ سَعيا، وو
جن ڪاڻ سي ڪانگ اُڏايم تي.
ڏينهن فِراقِي لَنگهيا اسان توڻ، روئندا دوست ڪِلايا، وو
جن ڪاڻ سي ڏکڙا لنگهايم تي.
رهيا آهن روح منهنجي تي، فائِقَ جا فرمايا، وو
جن عشق جا سبق پَڙهايم تي.
دل ”سچيڏني“ جي تي اَصلؤن، هاديءَ حُڪَم هَلايا، وو
جن ڪاڻ سي وِرهه وسايم تي.

## ڪافي

۴۹۵

ڪڏهن اَلا جي ايندين، پيهي پُڇڻ پنهون يارَ!

پاڻ پنهنجو پاڻِهي، ساڻ غريبـ گڏيندين.
پَڪا پَڪن سامُهان، اوري شالَ اَڏيندين.
اِهو اَتم آسرو، ڇَپَر تان نـ ڇَڏيندين.
سگـ پانهنجي در جو، ”سچو“ نانؤ سڏيندين.

## ڪافي

### ۴۹۶

اِهي ڏوراپا ڏيئي، موٽِي مُڪا يارَ مون ڏي!

هوءَ جا ڳالهڙي ڪالهه ڪئي سون، ڪِيئن وسري تو ويئِي.
اَسان ٻاجهون، سُڻ ڙي سائين، ڏينهن گذاريَوَ ڪيئِي؟
ڪهڙن ڳالهين ۾ تون تان آهين، پِرتِ منهنجي تو سان پيئِي.
ڇَئِي مُنجين ٿو هَٿِ پاندڻ جي، تہ حال اسان هِتِ هيئِي.
ڏوهَ گَناهه، وُو، تنهنجا بَخشا، ”سچو“ ڙي، يارَ سَيِيئِي.

## ڪافي

### ۴۹۷

مون کي مُرڪڻ سان تون، ڪِيئن ماري وئين!

ڪَيئِي پُڄندي پانھنجي، موتِي ڏوراپو ته مون کي ڏِئين.
آءُ اِيلازڻ دوستَ توئِي کي، يارَ وڃي اِتي يا ڪِي تِئين.
آءُ مُئِيءَ تا گھوري جانِي، سدائين سو تون تان جِئين!
ڪھڙيين ڳالھيين يار سچڻ وي، ھِيءَ نماڻِي نال نہ نِئين.
آھي ”سچو“ جئن يار توئِي سان، ھُج تنھن سان تون پِي تِئين.

## ڪافي

### ۴۹۸

آءُ وري تون تان ويھُ، سچڻ،
آءُ تان تنھنجِڙي آھيان!

آھون عاشقن جو سُٽي، ڇَڏِ پرين تون پَرڏيھُ.
پَڪَن باباڻن ۾، آءُ پِرين تون پيھُ.
اصل لاڳون آھي، ھِيءُ ڏاھا تنھنجو ڏيھُ.
”سچو“ چوي سُپرين، آءُ سارءِ ساڻيھُ.

# ڪافي

۴۹۹

گھوري جانيءَ ري جُدائِي،
گڏُ گھاريون، هوءِ هوءِ هوءِ!

معلوم توکي پرين، سائين سا ڳالھ سيائِي.
شالَ ڪَنن سان نہ سُڻان، تنھنجي وڇڙ جي وائِي!
تو سان چِنڻ ڪارڻ تان، يار نہ مون لَڙھ لائي.
بَن وڇوڙي جي شاھِي دلبَر، وَر سان گڏ گدائِي.
ساڻ ”سچوءَ“ ھو ميان سُپرين، سائين تون گڏ سدا ئِي.

# ڪافي

۵۰۰

اهي ٻڙيون، ٻاروچا، اَڄ اگهڻ مُنهنجي ايندا!

هيءَ شريعت ڪا ڪندي، اَڙي سرتيون، سائڻ ساڻ،
ناهيان ثانياڻِي تن جِي، جا پُرجهي ڏنُم پاڻ،
ٻانهِي ڪري پانهنجِي، اُهي صاحب سڏيندا.

اُتي ويتي تانهنجيون، هن واتيون ورونهان،
ڏين سَيِيئي سرتيون، مون کي لکين ٽيون لوهان،
اِهو اَتم آسرو، گولِي گڏ پِيي گڏيندا.

ڪِينَ جون مون کي خبران، آٽي پانڌيءَ پهچايون،
هيون هوتن سنديون، هيڏي وَرَڻ جون وايون،
"سچو" جن جو آهين، سي چَن نه ڇڏيندا.

## ڪافي

### ٥٠١

وجي ڪا مِنت ڪري،
منهنجي يار کي، وو!

هو سدائين سان مُون، پرين نہ وجو پَري.
حال نماڻيءَ جو ڏسي، وري سو پوءِ وَري.
وٺي ڪا دامن دوستَ جي، اکيون تان آب ڀَري.
ساريو توکي سُپرين، هِتَ مَريضِ مَري.
رُسڻ نہ تن سان، جن ريءَ ”سچو“ نہ ساھ سَري.

## ڪافي

### ٥٠٢

لَتِي هَلاڪِي هاٿِي، دوستَ وسي مُنهنجي ويڙهي!

ڪوٺي ڪَيَو پانهنجي، پرين پاٽَؤن چاٽِي.
ناحق اوتيم هوتَ ريءَ، پِنبڙين مان پاٽِي.
سي ٿِي آيا هُيَسِ جنين لاءِ، جيڏيون ڙي، جوڳياڻِي.
وٺي ويهاريَئون ويجهڙو، ”سچو“ سو سگَّ سُڃاڻِي.

## ڪافي

### ٥٠٣

مون کي تنهنجي آهِ، اَچڻ جو وڏو آسرو!

جوڙي چڏيم، وو، جائيون، ميان اَلا، لؤن لؤن ۾ تولاءِ!
اگڻ آسروند جي، ميان اَلا، پير مبارڪُ پاءِ.
جڏهن ڪڏهن تو ڏسان، ميان اَلا، توکي جاءِ بجاءِ.
ڪين جڙي ٻيو جِيءَ ۾، ميان اَلا، تُنهنجي سِڪ سواءِ.
تو گذاري گوندرين، ميان اَلا، "سچو" تُنهنجي ساءِ.

## ڪافي

### ٥٠٤

لڳيءَ دل جو دارون، ناهِ ڪو ڏولڻ پيارا!

عشق جون واتان، ٻَرن لاٽان، تنهن مَؤن نڪرن درد جون چاتان،
پوءِ ٿيون پَون هي پَچارا.
عاشق ٿا ڪن درد جون دانهان، عشقَ منجهاروُن اِهي آهان،
رُئن اُهي زارو زارا.
آءُ تان ٻانهي، تون تان سائين، پاند ڳچيءَ وچ پَلؤ پائين،
اچڻ جا ڪر قول قرارا.
ڳالهيون مون سان تو جي ڪيون، مور نہ مونکي وسري سي ويون،
دم دم تنهنجِي ياد آ يارا.
هيڪر مون کي جانِي جياريو، ڳالهِن تنهنجن ڳُجهن ڳاريو،
وصل جا ڪر وري وارا.
”سچو“ تون تان تِيءُ نہ ماندو، پِرين تنهنجوالله آندو.

## ڪافي

### ٥٠٥

اَديون ڙي اَڄ آهِ،
اَسان مُحبن جو ميلو!

دلبر سِڪندي ڏينهن ٿيا، سُپيريان جي ساءِ.
فَنا ڪيائون فراق کي، پُڏو جاءِ بجاءِ.
ڏکـ لنگھيا سُکـ آئيا، لِڱڙي ٿـڌڙي واءِ.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ”سچو“ ساعت سُهاءِ.

## ڪافي

### ٥٠٦

ماريو هوتَ وڃَڻ اَلا، ڪنهن در ڏيان دانهڙي، ڀلو ڀلو!

ڪاڪيون، ڪڏهن ڪينڪي، منهنجي مِنٿ مَڃن، اَلا.
پُٺيءَ پيس جَڻ جي، سي ڀِي سورَ سَهَن، اَلا.
دعا ڪَريجو جيڏيون، ڀيرو تان نہ ڀَڃن، اَلا.
اهو اَٿم آسرو، ڏيندا آبہ اُڃَن، اَلا.
”سچو“ سهمي ڪينڪي، روحُ تہ ڪانءُ رُڃَن، اَلا.

## ڪافي

### ٥٠٧

هُتَئُون هوتُ هَلي، ڙي، دوستُ دلاسو ڏيندو!

وڃهج ڪم ڪريم تي، ٻي ڳولج ڪا مَ ڳلي،
پاڻهين پُنيءَ تو ايندو.
پَڪا پَڪن سامان، تنهنجي ماڳ مِلي،
اوڏا آڻي اَڏيندو.
اَچڻ سندي اُن جي، ويندو روحُ رلِي،
تورو توريا ٿيءَ تيندو.
جا ڳُجهي هوتن مَنَ ۾، سا ساڻِن ڳالهه سَلي،
پُنهل پاڻ سان نيندو.
مهرَ پنهنجيءَ سان تو پرين، اِنهيءَ پَتي پِلِي،
ڙي "سچو" نانءُ سَڏيندو.

## ڪافي
### ٥٠٨

ذري ذري ڪَن چَشمان چُور،
نِين اسان کي ٿيون وَهلور!

تَن مَن سڀ تاراج ڪَرن ٿيون، ديدن جو آهي هي دستور.
خوني وتَن خيال پنهنجي سان، ڪَسنِ شهزادن شَعور.
ناز نياز سان هِڪي واري، چاڙهن سوليءَ تي مَنصُور.
ساڻ ڏسڻ جي مشتاقن سان، ڪَيفِي ڏاڍو ڪَن ڪَلُور.
”سچو“ ڪير ويچارو آهي، وجهن ڦيري دل، ڪَرِن فَتُور.

## ڪافي

### ٥٠٩

پاڙهي پئيوَ سُڌ سورن جي، وو، عِشق لڳيوَ جي اَديون!

ساري خبر وجي تَن ڪَنئُون پُڇجو، جي وِرھ سڄڻ جي ويڌيون.
ڪين لِڪن سي لوڪَ اڳيون، جي آهِن ڏکَن جون ڏَڌيون.
مُحب مسافِر ٿيا جَنين جا، ڪُوڪان اُهي لَڪ ڪنديون.
وِرهَ ولوڙيا جي وهنديون تَن جي، نيڻُون نِيرَ جون نديون.
پارؤن پِرينءَ جي سڻو سيبئِي، لوڪ پَلِي ڏي بَديون.
اڳيون پويون سڀ معافي ڪيون، تنهن محب "سچوءَ" جون مَديون

## ڪافي

### ٥١٠

اوري آڻ سي اوري، ڙي الله، جنين ڪاڻ سِڪيَس سال!

ڏسُ نہ مون کي ڪو ڏئي، ڏيھ رھيس آءٌ تان ڏوري.
واٽَ جنھين ڪؤن لنگھيا، گھوري ھِيءَ جندڙي گھوري.
ھيڪند تون ڪر ھوت جي، ساڻ تَڪيءَ ڪنھن توري.
ساھ ”سچوءَ“ جو تنھن ڏھاڙي، ويا چاڪَ وجھي چِتُ چوري.

## ڪافي

### ٥١١

ڏينهن پُڇاڻؤن آئين،
پلي آئين، ڙي يارَ مُنهنجا!

اڱڻ اسانجي هوتَ ڀاروچا،
پيرَ جي اَڄ پائين، پلِي پائين.
پَري اسان ڪؤن يار پرين ڙي،
ڏينهن چو لائين، ڪيئن لائين؟
ڏوه ڏنگايون يار سچڻ ڙي،
ڪيئن پُليءَ ڏنهن پائين، چو پائين؟
هيئن نہ گهُرجي يار توکي،
چِتُ چُڪيءَ تؤن تو چائين، ڪيئن چائين؟
عَرش ڪرسيءَ تؤن اَچي اُتاهين،
مَن ”سچوءَ“ جي تون مائين، پلي مائين.

# ڪافي

## ٥١٢

تُنهنجي پانڌي پيغامَن، اَلا، منهنجو جيءُ جياريو!

هِي تان تَنُ توان ڪيو، اَڙي ساٿِي سَلامَن.
تو تَؤن آءُ قربا ن ٿيان، ڏنهن آئين عجيبن.
مَنهنجو چِتُ چَريو ڪيو، هِن نينهَن جي نياپن.
درد منديءَ جي دل ڪي، ڪيو قابو ڪلامَن.
ڪيائون ياد حقير کي، اَسر ئي ايامن.
ڪَيئون مِهرؤن پانهنجي، گوش ڏي غلامن.
مُنهنجو ورهُ وڌايو، ان جي اَنجامن.
جيهو تيهو آهي ئي، ”سچو“ سگ سندن.

## ڪافي

### ٥١٣

ڪري سانگ پِرين وري آيم اُهي، ديس اَساڏڙي، اَلو اَلو!

وري وطن آئيا، پينر تيڙم پَلو پَلو.
پريَن اڳيؤن پيشوا، هاريون مون سان هَلو هَلو.
اَصلَ لاڪؤن آهي اُنهن سان، روح منهنجي جو رَلو رَلو.
اُنهن ٻاجهُون ناهِ ڪو، ڳولڻ مونکي ڳَلو ڳَلو.
سِر سچڻ جو لوڪ کي، ساهيڙيون نہ سَلو سَلو.
”سچو“ سچيءَ سِڪ ۾، شال نہ پوندو وَلو وَلو.

## ڪافي

۵۱۴

ناهي هِنَ درد جو دارون، توئِي وٽ يارَ طَبيبا!

تِرُ تفاوت درد نہ ڏيندءِ، چوڙين جا سِيرَ سَرارُون.
ڦَڪِي ڏيڻ سان هَي وڃي ٿو، هِنيَڙو هاٿي هيڪارُون.
سوز گداز، نِي وي، غم فراقان، لائن تا قول قَطارُون.
دوا دردَ جِي سوئِي ڏيندو، جو ايندو پرين جي پارُون.
ناز پَرين جيون يار "سچوءَ" جي، هِن تان ساهَ سنيارُون

## ڪافي

### ٥١٦

منهنجو شرم سَيوئِي آهي، جيڏيون تان پِير مُغان تي!

وري ڏٺائون پاڻ ڏي پاڙِهين، نا تہ هئا حالَ اسان هي.
اُهي پاڙيائون پاڙِهي پانهنجا، هو جي قول ڪيائون ڪي.
جَن پياريو پُر پيالو، شالَ ساقي جِيَن سي.
سَدا اُهي وسَن اسان وٽ، جانِي جيءَ جا جي.
سر "سچوءَ" کي ڏَسيو ڏيهاڙيون، پنهنجي يار هَٿؤن ڏي.

## ڪافي

### ٥١٧

ڏنِي ڏيکاري، ڙي ميان، صورتَ سُپرينءَ جِي!

حَسن حُسين جي ڪارڻ، زاري، ڙي زاري.
ورتَم ساري لوڪَ کؤن، پينر ڙي بيزاري.
مُحبت محبوبن جي، مون اَصل اِختياري.
چوان حقيقت حال جي، هيءَ سچڻ کي ساري.
هِت هُت ڪندا ڪاڪيون، اُهي مون سان موچاري.
”سچو“ سدائين گُهرجي، يارن جي ياري.

## ڪافي

### ۵۱۸

ڏيئي مون ڏيکاري، لَڙي وريو ويو در تؤن دلبر!

ڏٺُم اَکِڙين سان، هوءِ هوءِ حسن هزاري.
وسُ نہ هِن جو ڪو هُيو، هوشُ نئين هَسواري.
دينَ ڪفر اسلام کؤن، بِرهَ ڪئِي بيزاري.
ڪنهن در ڏيان آءٌ دانهڙي، مونجهه اِنهيءَ مون ماري.
سوز سَفيران لايون، هِن چُڪيءَ کي چوڏاري.
حاجت هن جي نہ هئي، جا قاتِل فوجَ قراري.
گهٽي مدت کان پوءِ اَچي، دوست ڏني دلداري.
باسيائون تان بِرهَ جي، ميان ”سچوءَ“ کي سَرداري.

## ڪافي

### ٥١٩

پرين اوهان ڪؤن پوءِ، هِتي راتيون رهنديس ڪا؟

پُٺيءَ اِيندي تانهنجي، لالَ وري هِن لوءِ،
پوءِ سورَ سهنديس ڪا؟
واعدا ويڙا وسري، هوتَ ڪيَوَ جي هوءِ،
بئي بول بَهنديس ڪا؟
پِرين تنهنجي پار ڏنهن، قاصِد اچي ڪوءِ،
وري هِتي ويهنديس ڪا؟
سچو سِڪَ اوهانجي، هِنيَڙي ۾ هوءِ هوءِ،
بئي ٿاهَ ٿهنديس ڪا؟

## ڪافي

### ٥٢٠

مون ۾ عيب اَپارَ، سَچَڻ تُنهنجي ٻانهڙي آهيان!

ٻانهِن جي آءٌ ٻانهِي آهيان، ساري سڀ چمارَ.
هُئان هميشه هوتَ سان، شالَ نہ ٿيان ڌار.
هِي سِر صَدقي تو تؤن، سِسي ساڻ ڪپارَ.
اوچَڻ ڪنديس اَکيون، پٽر ڪنديس وارَ.
پاڻُ تو ئي تَؤن صَدقي، سِسِي ساڻ ڪپار.
ساهَ ”سچوءَ“ جو سوگهو ڪِيڙو، رکي يارانٺو يارَ.

## ڪافي

### ٥٢١

سو ڏاڍن جو آهي ڏيهُ، جاتي نِينهڙو وو نيٽن لايو!

جاتي پهُچ نہ پکيءَ جي ميان، سو سيٽن جو ساٿيهُ.
جي تِي وجان در دوستن جي، ميان، چِمان پيرن کيهُ.
جي ڪوٺيو ڪُهن سُپرين، وجي پَڪڙي تَن جي پيهُ.
”سچو“ عاشقُ جي آهين، واڍوڙين وجي ويهُ.

## ڪافي

### ٥٢٢

پِلو، آءٌ تان يارَ سچڻ جِي، ٻانِهي گولِي آهيان!

آءٌ نماڻِي عيبَن ھاڻي، ڏوھَن ۾ آءٌ تان اولِي آهيان.
جيهِي تيهِي آهيان، ڙِي جيڏيون، جانب جِي آءٌ تان جهولِي آهيان.
پَل پَل پُڇَن حال مُنهنجڙو، ڳالھ انهيءَ جي تان ڳولِي آهيان.
هيڏي هوڏي نہ وڃان، مُحبن جي آءٌ تان تولِي آهيان.
ڏِسُ ”سچوءَ“ ڏي سُپرين، نا تہ ڇَپَر هِتِ چولِي آهيان.

## ڪافي

## ٥٢٣

اَديون اُهي اَڄ آيا، ڏيهُ جَنين لءِ ٿي ڏوريان!

ڏيو مبارڪ سرتيون مونکي، مولا سي مُحب مِلايا،
چرخو ڪيهو آءٌ چوريان؟
در پيهي سي، وو، آئيا، سائين اَلا، جَن لءِ مون وِرهَ وسايا،
پاڻُ مَٿانئن گهوريان!
پَر ڏيهِ ويا ها، وو، مون پرين، والي سي پوءِ ورايا،
تَهِ ڪيها ٻيا توريان؟
”سچو“ اتي، وو، دوستُ ڳَڏيوسي، ڏينهن گهٽا جَنهن لايا،
وندر ڪنهن لءِ ووڙيان.

## ڪافي

### ٥٢٤

پينرڙي بيوس، وجي آءُ پَئيان!

وس نہ آهيان پانهنجي، واڪو ڪَيمُ بيوَس،
مين ديوانڙي ٿَئيان.
لوڪُ ساروئِي سرتيون، روحَ نہ اَچي رَس،
حالَؤن هُڻ مين ڳَئيان.
مَچُ ڏاڍو مون سِر آئيو، ڪوئِي نہ اَچي ڪَس،
قابو عَشق ڪَئيان.
بِرهہ واري باتِ ڪؤن، ”سچو“ نہ ڪَري بَس،
مِهٽا ڏيَن سَنئيان.

## ڪافي

### ٥٢٦

آءُ ڪوڙين تيان قُربان، جوڳِيڙن جي جاتِ تَؤن!

ڪاڪيون ڪاپَڙيَن جو، ڏاڍو آهي مون اَرمان.
آيل آڏوتِڻ جو، آهي گنگا ۾ گذران.
نانگن سَندي ڳالهڙي، هِتِ پورب ۾ پَروان.
”سچو“ ناٿ نِهارِڻ چو تو، ٻئي هندِ تي تُون مِهمان.

## ڪافي

### ٥٢٧

ساڳِي مون تا سچاتو،
اُهو جيڏيون يار منهنجو!

اَصل لاڪَؤن آهي انهيءَ سان، هن نماڻِيءَ جو ناتو.
تہ ڪو تي ڪري جوڳِي اِيندم، چاڻُ نہ هِيئن مُون چاتو.
ڏسِي صورتَ ساري سُهڻِي، عشق اُنهيءَ سان مون لاتو.
هِيءَ نماڻِي عيبَنِ هاڻِي، پيچ پاڻهي تَن پاتو.
سَهَو ”سچو“ ري ڏسي اَسان جي، چِتُ نہ دلبر چاتو.

## ڪافي

۵۲۸

جِيجان زلفن واري،
اُنهيءَ ساميءَ مَن موهيو!

باه بِره جي اَندر اَسان جي، ويو سو ڀَڀڪڻ ٻاري.
هِجر فراق پِيِي وو يار اسان کي، ڪُوڪان تو هِت ڪاري.
جوڳِي ڪِيَڙُو جيءُ اسان جو، مونجھ اُهو تو ماري.
اَچڻ سنديون يار اوهان جون، ”سچو“ واتان نِت نِهاري.

## ڪافي

### ٥٢٩

ماري ويو ڪالهه رات،
سونهن پريو سو تا ساميَڙو!

راتو ڏينهان روح کي، طَلبَ تَنهن جي تات.
ڪينَ سُڃاتم سرتيون، تا ڪهڙي آهي ذات.
سور نہ جهلڻ جِهڙو، هاريون ڙي هيهات.
اَنئي پهر تنهن جِي وائِي، "سَچوءَ" کي آهي وات.

## ڪافي

### ٥٣٠

جو هوم ورونهن وارو،
جيجان گڏيم سو تا جوڳِيَڙو!

اَڳينءَ پوئِينءَ ڳالهه جو، خيالُ سَليائين سارو.
سُورن جي سوغات سان، آيو اوڏانهُن وڻجارو.
پَسڻ سان پيدا ٿيو، سيني منجهه ستارو.
صورتَ تنهن جِي سقِري، مَشعل مُنهن موچارو.
جُڙِي ويتو جان ۾، بِرهه اُنهيءَ جو بارو.
آهي ”سچوءَ“ جو سرتيون، اِهو اکين جو اُجارو.

## ڪافي

### ۵۳۱

ڪهڙي ڳالِهيؤن يارَ، ڪِيتُئِي بيراڳِي اسان کي!

درد منديءَ جي دل تي، باري چاڙهيئي بار.
اَصل ڪَون آرام وڃايا، جانِي تنهنجي جار.
مون کي يار جدائِيءَ ماريو، آءٌ روئان زارو زار.
ڪيئِي داناءَ ديوانا ڪِيَڙا، تنهنجي حُسن هزار.
غمزي ساڻُ غلام ڪياسي، "سچو" ري سردار.

## ڪافي

### ٥٣٢

هَي هَي هِن حالَ وي،
سَگَر تيس نہ سامِيڙن جيِ!

منهنجو آهي ڪم ڪاپڙين ۾، نا تہ جوڳي آهن جال.
ويمَ ويساهي نڪري، اُهي راتے لانگوتيا لالَ.
ڳوليان قوليان واتڙين تي، جي ڪُهِي ويَڙم ڪالھ.
ڪاتَ اُتي ڪَند آڻ ڪَپاوڻ، لاهي جيءَ جنجالَ.
منجھ گوداوريءَ من گڏجن، جن جا خوابہ خيالَ.
راتو ڏينهان آهي هوتن جِي، "سچوءَ" ساهَ سنيالَ.

## ڪافي

### ٥٣٣

اُڏر پَکيڙا پار پرينءَ جي، خبر مون آڻي ڏئين، لا !

ڪِين ڏٺئِي سي سُپرين، واٽ تا ڪنهن ٻيءَ وئين.
پاڙي ويهي پِرين جي، وڃِي تون واقف ٿِئين.
سُڌ سيائِي مون ڏئين، جڏهن پاڻِي اَکين جو پئين.
سوز ”سچوءَ“ جو پاڻَ سان، ادا ڙي نازڪ نِئين.

## ڪافي

### ٥٣٤

عاشِقُ ڪِيتُئِي اُداسِي، وھواہ ڳالھ خاصِي!

روز ازل ڪؤن لؤن لؤن منھنجي، واءُ ورہَ جي واسِي.
دِلڙي اسان جي سُھڻا سائين، پھريون ڪِيَئي پياسِي.
ھيڏي ھوڏي ڪين وياسي، باسَ اِھا اَسان باسِي.
بيخوديءَ مون باغ بھاران، خوديءَ ڪانءُ خلاصِي.
بِرہ آنجي ڪيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سنياسِي

## ڪافي

### ٥٣٥

پيو ڪو چاڙهڻ مَحض گناه،
هر ڪَنهِن صورت آپ الله.

ڪِتي گَدا گدائِي والا، ڪِتي شهنشاه.
دونهان ڏيک متان ڪو ڀولي، اولي اَبر ماه.
”وَنَفَخْتُ فِيهِ مِن رُوحِي“ آهي، سَهِي ڪر ساه.
”خَلَقَ الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُها“، اِهو قول گواه.
صورت منجهه ”سچوءَ“ جي، ڀولي پاڻ ئي بيپرواه.

## ڪافي

### ٥٣٦

عاشق ڏِسڻ ۾ آيو، محبوب گل سَناسِي؛
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسِي.

برهي جِي اک ببيني، ڪائي مثال چيني؛
توڙي رنگون رنگيني، چينيءَ جي مَٽ نہ ڪاسي.
گِل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي؛
عاشِق ڏِسڻ ڪَئُون ڪاتي، رَهندو پتنگ پياسي.
”صورتَ“ ۾ جاءِ ”دَمَ“ جِي، ”دَمَ“ ريءَ نہ ”صورتِ“ ڪمَ جِي؛
دَمَ ۾ جا لذت غمَ جي، وه واه ڳالھ خاصِي.
ابليس جِي وڏائِي، هَر سانس تي سوائي؛
جِيوَڻ تہ دَم پلائِي، نہ تہ تحت نَحس ناسِي.
ثابت ”سچل“ سچاري، يارن جي ياد ياري؛
وحدت جنِين وساري، تَنِ تَنَ مِتي اَٽاسِي.

## ڪافي

### ٥٣٧

هُتِ تان ڪير هُياسِ، ميان وو!
هِتِ تي ڪير آيس، نه ڄاڻان!

نانءُ پِئو هُتِ هو منهنجو، هِتِ پِئي نانءَ تِياس.
اچڻ نه هو هِت منهنجو، پَرکَنهِن تا خواهش ڪَنياس.
هُتِ هُيَس معشوقيءَ ۾، هِتِ عاشِق تي آياس.
هيءَ هَي هُئي هُت ڪا نَڪا، هِت منجهه پروڙ پياس.
”سچو“ سارو، وو، سَچ تيو، وچَون ”آءٌ“ وياس.

## ڪافي

### ٥٣٨

ميلو ٿيندئي، ميلو ٿيندئي، نينهڙو لايو،
جُڙيا جانِي، مون سان ميلو ٿيندئي!

”وهُومَعَڪُم“ چيو وصالون، وري سو وره وسايو.
”وَنَحْنُ اَقْرَبُ“ پاڻ اُتيوئي، موتِي تا بِرهُ بَچايو.
”اسين تو سان، تون اسان سان“، پاڻَ پِرين فَرمايو.
زلفان ڪوليوَ خيال اسان جي، ڏايو ڪو ستم سَهايو.
ڪري اُمارو اڳيون اسان جي، تيرن ساڻ تَپايو.
راند روئڻ جِي سِڪِئين ”سچو“ ري، ڏايو ڪو پور پِرايو.

## ڪافي

۵۳۹

آءُ تا پِيَڙس اُتي، جِتِ جاءِ ادب جِي ناهي.

نادانن ناداني آهي، بيهڻ اُتي بُتي؛
وحدت جو پيو باز جتي، مُئو مرغ اَدب جو اُتي؛
وهم خيال وڃايا غيري، خيال ھڪڙي ڪُتي؛
سر ڪٽايو، سو ڪيئن موٽي، ويڙو جو شرط اُتي؛
”سچو“ سَچ آهي اِهوئي، وسرئي نہ پَنج سُتي.

## ڪافي

### ٥٤٠

نانءُ اِهوئِي، اِهوئي نانونَ وَارو، صورتَ مورتَ سائي وو.
اِسم خاني وِچؤُن اِسما، اِهو ڏَسُ هادِيءَ جو جانِي، وو.

آهِ تَعجب اِهو جو، هَر لوڪان ذاتِي لِڪائِي، وو.
گاهي طاعَت گاهي عبادت، سَجدو سَهو سَهائِي، وو.
ٻئي پارون تان ڏئي ڏيکاري، اوڙَڪ خَلق منجهائِي، وو.
”سچو“ سهي ڪَئي اِها سيائِي، جا بازِي يار بنائِي، وو

.

# ڪافي

## ٥٤١

آءُ، ادا سالڪَ، سهِي ڪر تون طلسمات کي؛
پَڇُ دوئِي تا ڪل پويئي، دور ڪر درجات کي.

سِر اهو سارو سٽائج، ڪَن نہ ڏي ڪرامات کي؛
ظاهر ٿئين تان ”ذات“ مون، پر سمجھ تون ”صفات“ کي.

غازي نہ پائنئج غير تون، هن محض موجودات کي؛
سِرسَٽج هن سِر ۾، ڏي منهن نہ ٻِي مصلحات کي.

بي اعتباريءَ سان ڪرين، هَرهَر نفي اثبات کي؛
اثبات ڪَئُون اڳنان لنگهي، ڪَر تَم تون طاعات کي.

تون ڪيئن وٺِي ويهي رهين، هَي هاءِ حڪايات کي؛
ڳالهين منجهئُون تان ڪِين ٿئي، پَڇ اوتي عزيٰ لات کي.

”سچو“ روئين چو هيترو، بس ڪر هن برساتَ کي؛
تَصديعَ تون چو ٿو ڏئين، محبوب جي محلات کي.

## ڪافي

### ٥٤٢

ڳالهِ سَهِي ڪَيَمر ساري، ٻَڙي جيڏيون، يارَ جي، وو؛
پلو جيڏيون، هوءِ... هوءِ... هوءِ! ...

جي مون وسهَو جيڏيون، آءٌ اهو آهيان آري.
پوءِ پَروڙُڻ پانهنجي، لاتِي خَلقَ خواري.
پاڻِ ڪري تو پاڻَ ڪي، يارُ زور آور زاري.
”سچو“ ري سِر پانهنجي، بِرهُ ڪَيائُون باري.

## ڪافي

### ۵۴۳

هو سو سَچَڻ مُون ساڻُ،
جنهن جي ڪارڻ مُون تي پوتيون پتايون!

”وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنتُمْ“، آهي سَندس اُهڃاڻ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي فالون وِجهايون!
سَدا مون وٽ سپرين، مُحب ناهي مِهماڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي واتون پُڇايون!
اَهڙيءَ اوڏائِيءَ ۾، ڪونہ پَيو مون چاڻُ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي راتيون لَنگهايون!
هيڏي هوڏي تي ڏٺُم، ڪِينَ پَروڙيم پاڻُ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي وِرهون وَسَايون!
پري پُڇُ نہ پنڌڙا، ”سچو“ تون پاڻ سُڃاڻ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي ميڙيون سَنباهيون!

## ڪافي

### ٥٤٥

هيڏي هوڏي نہ نِهارِ،
تُنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو!

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نَہ آهي ٻي پارِ.
ڦولهي لَهج، پاڻَ مَئُون، ڇو ٿو وَڃين وٽڪارِ.
”وَفِيٓ اَنفُسِڪُم اَفَلاَ تُبصِرون“، وِيچهو ڪِيمَ وسار.
پِريُن نہ پُڇِج پَنڌڙا، تُون ”سچو“ پاڻُ سَنيارِ.

## ڪافي

### ٥٤٦

اُهو ويو هاڻي ڪاڏي، جنهن ”سچُو“ سو نانءُ سَڏايو!

مُڪڙيءَ منجهؤن، نِي وي ميان، ٿيو گُل پيدا، وي ميان،
مُنهُن ڪري بِيٺو ماڏي.
سُڌ نه پَئِي، نِي وي ميان، طَرفَ اُنهي جي، وي ميان،
جان جُٿو ويو جاڏي.
اهو هلي ٿو، نِي وي ميان، اهو چلي ٿو، وي ميان،
گوشو ڪيو وڃي ڪاڏي!
ڏيهُ ڏاڏاڻو، نِي وي ميان، اڳُ ڏٺوسي، وي ميان،
پَلَٽَ ڪَئي پَڙاڏي!
نانءُ ”سچوءَ“ جو، نِي وي ميان، ويو اوڏاهين، وي ميان،
طَلَب ويئِي پي تاڏي.

## ڪافي

۵۴۷

ڀولِ نَہ ٻئي ڪَنهِن ڀُلُ،
تون تہ آدَم ناهيين.

لِڪو تو لاتِيُون ڪَرين، جيئن باغَ اَندَر بُلبُلُ.
مَلڪن ٿي سجدا ڪيا، واهِ مِٿي تنهنجو مُلُ!
ڪير ٽَپائي، ڪير ڪُڏائي، شاهه بنا دُلدُلُ.
اَحد منجهارَؤن عَبد سڏايءِ، هُئين تا پاڻَ اصلُ.
”سَچَل“ چَوي سَچُ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو تُلُ.

## ڪافي

### ٥٤٨

آهيان آءٌ اِسرارُ،
جيڏيون مون کي ڪير پانيو تيون!

ڪَنُ نہ ڏيان ڪيچَ ڏي، يَنيورؤن بيزارُ.
جَڏي بادشاهِي پانهِنجي، ڪِيَڙُمِ هِتِ شِڪار.
آيُسِ هِنَ عالَمَ ۾، باري چاڙهي بارُ.
آڻيو صِدقَ يقين سان، اديون ڙي اعتبارُ.
نوري ناري ناهيان، آهيان ربُ جبارُ.
مُرشِدَ پانهو نہ چَيو، تون "سچو" آهين سَردارُ.

## ڪافي

### ۵۴۹

پَنهِنجي ذاتِ لِڪائي، ڪِيئن ٻِي ذاتِ سَڏايان!

ظاهِر ڪَريان ذاتِ ڪي، تا هي ٻُتَ ڀَڃايان.
منَصُوريءَ جي مَوجَ ۾، تو "اَناالحَقُ" اَلاَيان.
واديءَ ۾ وَحدتَ جي، گهوري سِرُ گُهمايان.
"اعلىٰ اَعظم شانَ" جِي نوبَتَ نِينهَن وَڄايان.
ظاهِرُ باطِن هِڪڙو، آءٌ تا حُڪم هَلايان.
"سچو" سارو سَچُ ٿِيو، حِڪمت هيءَ چَلايان.

## ڪافي

### ٥٥٠

اوهين سَيئِي چونَ چاٽو،
نانءُ مَتِمِ آهي ڪهڙو!

اِسم اصلَ ڪَئُون وِرهَ وَڏايو، صورتَ هيءَ سُچاٽو.
پاڻِيءَ منجهون پارو ٿيو پيدا، واهُ عجب ڪوئي واٽو.
شاهُ جهانِ جو ٻانهو ٿِي، ڪَرَ وائيءَ هِنَ وِڪاٽو.
ڏِسِي تماشو اِهو سو سارو، وَتي تان پاڻَ ويڳاٽو.
نانءَ وارو، سُٺو ري سَرتيون، ٿيو هِتِ ڪِيئَن نِماٽو؛
مَستيءَ واري ساڪَ نَ سلجي، "سَچُو" تون ٿِيءُ سِياٽو.

## ڪافي

### ۵۵۱

آهي بي نام و نشان،
سِر اِنهيءَ جو ناهي امڪان.

طرحِين طَرح پوشاڪون پهريئين، ڪُلَّ يَوم هُوَ فِیٰ شَان.
ظاهر ذاتِ صفات سهي ڪَر، سِري سِرهُ الانسان.
منصوري آهي راهُ اِهو ئِي، جوشَ تنهين ۾ آ جولان.
غَرض گداگر يارَ اچي تو، نا تہ ”سَچُو“ سارو ئي سلطان.

## ڪافي

### ٥٥٢

پاڻَ پِرين اُهو آهي،
متان ڀينر ڀولو ڀانيو.

جَنهن تي آهي تَنهن تي آهي، نانءُ ٻِئي تي ناهي.
پاڻُ پنهنجو سَهِي ڪَيو سين، ڪيچ وَڃُون ڪِيئن ڪاهي؟
هِيئن تَنهن جو اَوهِين نہ ڄاڻو، ڇوَ تَڏهِن ٻِئو ڄا هي؟
”سَچو“ سارِي صورت اُهائِي، لوڏا لَڪَن جا لاهي.

## ڪافي

### ۵۵۳

تاڏي مُنهُن نہ پيو ڙِي مُنهنجو،
جاڏي لوڪُ لَڙي تو.

جيڪو هُئَڙُس جيڏيون، ساڳو آءُ تيو.
پاڻَ ئِي پُنهلُ آهيان، جاٽو ڪونہَ ٻيو.
ظاهِرُ مُنهنجي ذاتِ ڪي، ڪيچِن پاڻَ ڪِيو.
”سچو“ سارو سَچُ تيو، وِچؤن وِرهُ وِيو.

## ڪافي

۵۵۴

اُتي پيو وَجي خيال منهنجو، جِتي دَمَ قَدمَ جي جاءِ نہ آءِ.

لامَڪانَ مَئُون لَهر لڙهِي، جَنهن مَتي سَڀِ هوءِ هاءِ.
وحدتَ جي درياءَ منجهارؤن، تون پِي وجين موجَ مَناءِ.
بِرهَ توتي بادَلُ آندو، ”اَ نَاالحق“ جِي هڪَل سڻاءِ.
قَطرو پاڻُ نہ پانئِج عاشِقَ، ساروئِي تون بَحر سَڏاءِ.
ٻَئي جهان هِڪو ڪَرجاڻين، جلوَو تنهنجو جاءِ بجاءِ.
”سچو“ آهِين سِرُ سُبحانِي، ظاهِر جو تون نانءُ وِجاءِ.

## ڪافي

### ۵۵۵

پاڻ ڪي يارُ نَہ ڄاتوم، پيئنر پُلِي آهيان.

ٻُڌيَس ٻِيائِيءَ ۾، جو پاڻ نَہ سُڃاتوم.
موڳائِيءَ جي مونجهَ ۾، ٿي وره وسايوم.
اَتَڻُ ويهَڻ پانهنجو، هِي پيئنَر ٿي پانيوم.
خاص مُناري خاڪ جي، سوسرتيُون سمايوم.
ڏِسَڻ ٻُڌڻ هِڪڙو، هي ڪاڏنهُن الايوم.
”يَنطِقُ“ واريءَ رمزَ ۾، هِي سِرُ سَلايوم.
نالو آدَمَ جو رکي، هِن حيرت هلايوم.
نانءُ منجهؤن نانهِ ٿِي، هِتِ ”سچو“ ٿي آيوم.

## ڪافي

### ٥٥٦

ڪَجو اوهين ويساه،
سَرتيون، مُنهنجي ڳالهه سچيءَ تي!

آيو ڪنهِن تا ڳالهه ڪَئُون، شهود ۾ شاه.
لَدم هِهڙو هوتَ جو، ريجهائي مون راه.
جوئي هدايت ۾، سوئِي آهي گُمراهُ.
اَحد اَحمد هِڪڙو، آهي پاڻَ الله.
ساڳيون اَتوَ پاڻ سو، چئو جو اَرواح.
”سچو“ سچيءَ ڳالهه ۾، ڪَهڙو ڪَيَم گُناه؟

## ڪافي

### ٥٥٧

سيڻ ڪنهن ويڙهي تون وسين، ڪونهَ آهي ٻيو تو ري!

چاڻي هِيئن چاتوم، توکي سانوَلَ سڃاتوم،
هر جا آهين تون حاطي.
هَر جا حاضر ”تون“، موتي ڪهڙي آهي ”مُون“،
هادِي ڪَڙُ حِجاب ڪي.
ڪاتئين قاضِي ٿئين، ويهِي ناحق فتوىٰ ڏئين،
سوريءَ تي منصور جي.
موتِي ٿئين منصور، ڪَيئي مُلَن جو مذڪور،
شاهد تي بيهين، شَرَع تي.
”اَناالحَق“ آواز هِي، تا سارو تنهنجو راز،
ظاهِرڪَيُئي بيهي زمين تي.
سرمد تي اَسرارَ، ڪَيءِ عالم تي اِظهار،
وري وڌُءِ شور شهرَ ڪي.
هي سَيُ ڪَم سنداءِ، آهن جاني جاءِ بجاءِ،
جيڪي ڪرين تون سو تي.

حاضر ناظر تون، باطن ظاهِر تون،

تُنهنجو هُل هَنگام هي.

اُڀريو آفتابُ، جهَليو تارَن هَڏِ نَہ تابُ،

گوشا ويا تِي گُم سي.

"سچو" يَجُ گُمانُ، تي حيرتَ ۾ حيرانُ،

جو مولا مَئُو ٻانهون تي.

# ڪافي

## ۵۵۸

اَحوال عشق لائي،
”سِرُسِرهٔ“ بُلائي.

سِسِي شيخ عطار جِي، تو چوتئين چَلائي.
ڏٺُوَ تماشو تيغَ جو، ڪُوپَن ڪَنڌ ڪَپائي.
دينَ ڪُفرَ مَٽُون نِڪري، تو ”اَناالحَقّ“ اَلائي.
واديءَ ۾ وحدتَ جي، ڪوڙيين سِرَ گَنوائي.
”سچوءَ“ ڪي تنهِن صِفَتَ ۾، سائين مانَ سڏائي!

## ڪافي

### ٥٥٩

رانجهو چاڪَ تي آيو،
نـ چاڻان ڪـهڙيءَ ڳالِهه ڪَئُون.

پَڌر وِجهِي پاڻ کي، لالَن پاڻ لِڪايو.
بَنگُلي ۾ آدمَ جي، ساڄَنُ پاڻ سَمايو.
سوئِي چَوندڙ، سوئِي ٻڌندڙ، ڪيائِين ڪونَـ ڪِنايو.
”مَاراءِيتُ شيَئا اِلا ورايتُ اللّهَ فِيهِ“ فائِق اِئين فرمايو.
”لَوڪَفاالغِطَاءِ مَازتَّ يَقِينا“، حيدر هِي رنگُ لايو.
مَاٿوءَ جي مَظهَر ۾، آٿي سو نينهن نِوايو.
”سچوءَ“ جي صِفَتَ ۾، الله اِئين الايو.

## ڪافي

### ٥٦٠

نانوَن حَق ڇپايو، پلو جيڏيون، وو...هوءِ، هوءِ، هوءِ!

هِنيَڙي ڪي حيرتَ، يار وي، آهي اُهائِي.
لَهرن بحرُ لِڪايو.
هِنيَڙي سان لائين، يار وي، رمز اِهائي.
هاديءَ هِيئن سمجهايو.
جان جسم جِي، يار وي، ڏيئي ڏيڪاري.
لِڪ لِڪوتي تي آيو.
رنگَ بيرنگَ ۾، يار وي، طرحين طرحين.
يار ”سچوءَ“ رنگ لايو.

## ڪافي

### ٥٦١

ذاتِيءَ مَنجھ ذاتِ ڇُپائي،
بازي جا يارَ بنائِي!

هاديءَ حقيقت حالَ جي، مون ڪي ساري سُٽائِي.
سَيِي ڪَنهن ۾ سَچِڻِن، نوبت نينهن وڄائِي.
ڪاٿئين "اَناالحق" جي، تن چوت تَ چلَائِي.
"انا اَحمد بلا مِيم"، اِها معنيٰ مِڙيائِي.
ڪاٿئين مَسِيتن ۾، ٿيو خاصو خدائي.
موتِي مَڙهين وِچ ۾، تَنهِن مالهان ڦيرائِي.
ڪاٿئين وٿِ نـ وارَ جي، ٿِي ڪاٿئين جُدائِي.
ڪاٿئين مَٿي تَخت جي، ڪاٿئين گدائِي.
اندر ٻاهر هڪڙو، آهي صورتَ سَيائِي.
ڳالِھ نَ سَمجھڻ جهڙِي، پر سيا سَمجھائِي.
ڪافِر مومِن هڪڙو، "سچو" پوڙج، ٻيائِي.

## ڪافي

### ٥٦٢

سيَ ڪَنهِن پارِ پرينءَ جو پَر تو، خوابون عينُ ڪلايو.

وحدتَ مَئُون، وو، ڪَثَرتَ ڪِيائين، رَنگيءَ رنگڱُ رَچايو؛
تو مان جي پَردي مَئُون باهر، سرتِيُون چو نہ سڌايو؛
طرحين طَرح پوشاڪان پَهري، لالَن پاڻُ لِڪايو؛
هِي سَڀ حُسن هاديءَ جو آهي، پينَر ڪِيمَ پُلايو؛
پاڻ ڳُجهو ڪِيائين پَڌرائِيءَ ۾، هِيءُ تَنهِن هُنر هَلايو؛
”سَچيڏني“ جي صورتَ ۾ تَنهِن، اِهڙي رمَز رلايو.

## ڪافي

### ٥٦٣

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تان يار وَسي ٿو.

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پرين نہ آهي ٻي پارِ.
ڦولهي لَهِج پاڻَ مَنُون، چوٿو وَچين وٿڪارِ.
پِرينءَ نہ پُڇِج پَنڌڙا، تون "سَچو" پاڻ سَنيارِ.

## ڪافي

### ٥٦٤

ناهي ٻاروچو ڪو ٻيو، آهي اُهو جو مان روز ڏِسان ٿي!

وينِي هُيَرَڙس وَاٽَ تي، اَچي وسيلو ٿيو؛
ماڙيءَ منجهہ معشوقُ ڏٺوسِين، لالَن پائي لِيو؛
دريءَ منجهون ديدَ ڏٺيسُون، لالَن پاتو لِيو؛
جَتَن ڪَج جَتَن جو، سَڱَ سَببَ سان ٿِيو؛
صحِي سُڃاتَم سُپُرين، يار يقينئون ٿيو؛
"خَلَق الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُهَا"، شَڪ وچئون ٻِيو ويو؛
ڪٿِي وڃان آءٌ خوشِيءَ سان، سَرتيُون جي سُنهن ڏيو؛
سَير ساروئِي صُورَتين، پاڻَ قريبَن ڪيو؛
يارَ "سچل" تون صحيح ڪر ڄاڻج، ڪيو خمارن ڪيو.

## ڪافي

## ٥٦٥

حاجي حَجُ اَچُ ڪيوسي، ڪعبَو مُنهُن محبوبَ جو.

هاڻ حاصل سَرتيون، اَڪبر حَج ٿيوسي.
ٿِيو قَبوليت مُنهنجو، جيڪو عرضُ چَيوسي.
هِيءُ تَنُ طَوافي ٿيو، وچؤن غيرُ ويوسي.
هاريون ڙِي حَرمين ڏي، سَندن نامُ نِيوسي.
اُنِهيءَ ٻاجُهون ناهه ڪو، اِهو احرامُ ٻَڌوسي.
اُهو ڪَعبو اُهو قبلو، "سچو" ڏَسُ ڏيوسي.

## ڪافي

### ٥٦٧

تو ڪِيئن وڃايو پاڻُ، ڳولي لَهِج پاڻ کي!

پاڻ وڃايو نَہ لَهِين، يَہِي شَڪ گمان!
آخر گَڏيُئي گهرَ ۾، ميان سوئِي گَهرُ سُڃاڻ.
مَڪَڻُ اکر هِيڪڙو، ميان سوئِي ڪِيرُ سنياڻ.
آهين ناهين آه سَيوئي، آه نڪو اُهڃاڻ.
ڇا جي ڏيندو، ڇا جي لَيندو، صورت وچ سُڃاڻ.
”سچو“ تي سَچُ آئيو، ماڳ اِنهِيءَ مِهمان.

## ڪافي

### ٥٦٨

سَڀي ڪنهن صورتَ ۾ سُپِرِيَن، سَرتيون ڙي، ساري ڳالِھ سَلِيائون.

ڏيو ٻاري سِجَ کي، ڪاتي ڪِينَ ڏِٺائُون.
ساڻُ روشِنيءَ سِجَ جي، پُرجھِي سِجُ پسيائون.
وحدتَ ڪثرتَ هِڪڙي، جيئن مِينهَن ڦُڙيون موراٿُون.
”سچوءَ“ سندي نانءَ ۾، اِھڙيءَ طرحَ اُٿائون.

## ڪافي

### ٥٦٩

جيئَن سِجُ آهي پِريشان، سوئي ڳولي سِجَ کي.
مَڇِلي جيئي آبَ سان، آبُ پڇي طغيان.
تارو پُڇي نجَم کي، موجَ پُڇي مِهراڻ.
ڦُڙي پُڇي مِينهَن کي، شاهُ ڳولي سلطان.
هو مِڙيئِي پاڻَ ڻِيو، ڪير ڻِيا حيران!
”سچوءَ“ جي صفت ۾، اِهو باريءَ ڪيو بيان.

## ڪافي

### ٥٧٠

صورتَ سَڀي سلطان، پاڻَ ڏسڻَ آيو پَنهنجو تَماشو!

ڪاٿئين حَنبل، شافِعي، ڪاٿِئين مالِڪ، نعمان؛
ڪاٿَئِين پَٽي پوٿيون، ڪاٿَئِين پڙهي قرآن؛
ڪاٿئين اَنَاالحق چَوي، ڪاٿِئين ڦيرائي فرمان؛
ڪاٿئين طفوليَت ۾، ڪاٿئين پِيرُ جوان؛
ڪاٿَئِين مِير وزير ٿيو، ڪاٿَئِين هَنومان؛
”سچُو“ پيو صَبرَ ۾، هوءِ حَيرتَ ۾ حَيران!

## ڪافي

### ٥٧١

ٻانهون ٻانءِ مَ ڀاڻُ،
تو هِين مالِڪ مُلڪَ جو!

”لاَ خَير فِي عَبدِي“ اِهو اَتَئي اُهڃاڻ؛
ڀاڻ ڀنهنجو ڀاڻهِين، صورت منجھ سُڃاڻ؛
تون ئِي ڄاڻندڙ سَيَڪِي ميان، تِئين ڪِيئن اَچاڻ؛
اللهُ اللهُ چو چَوين، ڀاڻ ئي اللهُ ڄاڻ؛
”سچو“ سائِين هِڪڙو، ناهي شَڪ گمان.

## ڪافي

### ٥٤٢

آءٌ پُنهون پاڻ آهيان،
ڪاڇِيون مُنجان قاصِد ڪاڏي!

اِها صورتَ سَمجِهي ڏِنيَم،
ساٿِي ٻِيا ڪيئَن سَنباهِيان.
ڳالِهه پَري هُئي، ٿِي پَئي اوري،
ڪيڏي سي ڪانگ اُڏايان.
مُدعا مَطلب هو مِڙيوئِي،
پوٿِيون سي ڪيهُون پَٽايان.
سُڌِ پَئِي مون سِر انهيءَ جي،
ڪيچ ڀنيور کي ڀايان.
”سچوءَ“ منجهون ٿيو سچُ پِيدا،
ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان!

## ڪافي

### ٥٤٣

مون سان تون آهين آهين،
ڪَڏهن ڪِيئن ڪَڏهِن ڪِيئن!

اسان نماڻن تَئُون سُهڻَا سائين ،
هَٿ هَٿَئون متان لاهِين.
آءٌ ڪَنِيزڪ، تون تان سائين،
سگُهَ نَ تَنهِن سان ڪو ساهِين ساهِين.
ڪَڏهن آرامِي ڪَرين اسان کي،
ڪَڏهن بَچِين تو باهِين باهِين.
ڪَڏهن مَنصُوري دمُ اَناالحق،
ڪَڏهن ڏَسين تو ڦاهِين ڦاهِين.
حاظر ناظر آهين اسان سان،
ڪِيئَن چوان تان ناهِين ناهِين.
اَستَغفِرُالله ڳالِهه اِهائي،
جو ڪُجھ مُون سان تون ناهِين ناهِين.
”سچو“ جي عاشِقُ آهِين اسان جو،
تِج نَ دردَ جون دانهِين دانهِين.

## ڪافي

۵۷۴

تو ۾ تَندُ تنوار،
ٻُڌين نتِي ٻوڙِي، الا!

ڳالِھ اِھائِي ناھي سَلَڻَ جي، خَرچين سَو لکَ ھزارَ.
ساٿِيَڙن، ميان، ڪيا ھي سَڏڙا، لاھي سَڀِ مَيارَ.
دم غنيمَت جا ھِتِ آھِن، ڏينھَن دنيا ۾ چار.
”سَچلُ“ آکي عِشق منجھاروُن، تيگان تُنھنجِيءَ تار.

## ڪافي

### ٥٧٥

مَحبوب ڳولي ڏسُ مَنَ ۾،
مَنَ ۾ تون، ڏسُ دل ۾ تون.

واهَ ڪاريگر ساز بَنايُئي، "ڪُن فَيَڪُون" جي ڪُنَ ۾.
بي فائِدو بازارگُهمين تو، گُلَ ڦُلَ باغَ بَدنَ ۾.
چوريءَ چوريءَ سَير ڪَرين تو، تُنهنجو چاند چَمَنَ ۾.
"سَچَلَ"، سائين صَحي ڪَر چاتُم، يار ڳَڏيو ڪَکَ پَنَ ۾.

## ڪافي

٥٤٨

مون ساري سُڃاتِي، بازي بازيگر جِي!

مَستِيءَ مَئُون مَنصورَ جو، تِئين جي جَماعِتي؛
سورهيہ باسِج سِرَ تي، تون ڪُسَڻ جي ڪَاتِي؛
غيرُ نہ آڻِج وچَ ۾، آهِين ظاهِر تون ذاتِي؛
مَتان پائِين پاڻ کي، تون ”سَچَو“ صفاتِي.

## ڪافي

### ٥٧٩

پاڻُ سُڃاڻڻ آيو، ڙي، سڄَڻ پاڻ سڃاڻڻ آيو.
ڪَم نـ ھُيَڙس ڪو ٻيو!

پاڻَون ڄاڻِي پاڻ سان، ھِتي لَڙن تان لائِڻ آيو.
عَرش منجھاروُن اُلَھِي، ھِتي ورهُ وسائِڻ آيو.
سولِيءَ تِي مَنصُورتِي، ھِتي سِر سَلائِڻ آيو.
مِصر جي بازار ۾، ھتِي مُلھ وڪامَڻ آيو.
”سچو“ ري سنسارَ ۾، ھِتي پير گھمائڻ آيو.

## ڪافي

### ٥٨٠

توڙي پُنيءَ لڳي سارو جڳُ، تان ٻي ڇا ٿيو؟
ناهي مَيتا ۾ مَطلبُ.

نَفِي، سِري، خفي، اخفا، توڙي جاري ٿِيئي قلب.
ڳالِهيَن ڪِئي ڪِين ٿِئي، مَنصُوري منصَب.
ڪاڙ تماشي ڪِيتَرا، پُڇن پار عَرب.
ڪَري ڏيکارين ڪيترو، عالَمَ کي بہ عَجب.
نَفلَ نمازان وردَ وَظِيفا، اِهو ڪوڙ ڪَسَب.
دائرا دَعوتَ جا قِرين، ڪَرين تَسخِيرات طَلب.
پاجهَن عشقَ اللّهَ جي، ”سچو“ ٿِئي نہ سَبب.

## ڪافي

### ۵۸۱

چَئون ميان عشقا ڪِيئَن،
تُون سَوين سيلَ بنائِين تو!
يا تُون آهِين ذاتِ ديوانو،
جو ڪيڏا ناهُ نهائِين تو.
ڪاٿئين مُلا قاضِي تُون،
ڪاٿَئِين سَيد سڏائين تو.
ڪاٿَئِين مُغ برهمڻ تون،
ڪاٿِئين بانگ ٻڌائين تو.
ڪاٿَئِين مُنهن ۾ محراب،
ڪَاٿئين تِلڪ لائِين تو.
ڪاٿَئين تسبيحان تون سورين،
ڪاٿَئِين جٽيان پائِين تو.
ڪاٿئين پيرين آهِين پيادو،
ڪاٿَئِين بور ٻَڇائِين تو.
ڪاٿِئين منبر واعِظي،
ڪاٿَئَين پوٿيون پَٽائِين تو.
ڪاٿِئين زربفت قبائون،

ڪاتَئِين لِيڙا لڙڪائين ٿو.
ڪاتَئِين ڏيئِي شرعي فتوىٰ،

ڪاتئِين مَنصُور مارائين ٿو.
ڪاتئِين هَنومان ڪوٺائِين،

ڪاتَئِين ڏهيسر سڏَائين ٿو.
ڪاتئِين ٿئِين رام يا سيتا،

ڪاتئِين لَڇمڻ لَڪائِين ٿو.
ڪاتئِين نمرود ابراهيم ٿي،

ڪيئي بيک بنائين ٿو.
ڪاتئِين ٿي فرعون يا موسىٰ،

سيءِ صورت ۾ سَمائين ٿو.
ڪاتئِين ٿي بادشاھ مُلڪ جو،

سارو ديس دٻائين ٿو.
ڪاتئِين ٿئين غرض گداگر،

ڪاتئين توليون تڪائين ٿو.
ڪاتئِين مفتي تون ”خدائي“،
ڪاتئين ”اَنَاالحق“ فرمائين ٿو.

